سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جو تيار ڪيل ۽ سنڌ حڪومت جي تعليم ۽ خواندگيءَ واري
کاتي جي مراسلي نمبر (نئين نصاب مطابق) SO(S-1)E & L /Curriculum-2014, Karachi
Dt. 20-12-2016 موجب سنڌ صوبي جي سڀني سيڪنڊري اسڪولن لاءِ واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل.

بيورو آف ڪريڪيولم سنڌ جي نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽيءَ جو ڇڪاسيل

## قومي ترانو

پاڪ سر زمين شادباد ڪِشورِحسِين شادباد
تو نشانِ عزمِ عالي شان ارضِ پاڪستان
مرڪزِ يقين شادباد

پاڪ سرزمين ڪانظام قوّتِ اُخوّتِ عوام
قوم، مُلڪ، سلطنت پائنده تابِنده باد
شاد باد منزلِ مراد

پرچمِ ستاره و هلال رهبرِترقي وڪمال
ترجمانِ ماضي، شانِ حال جانِ اِستقبال
سايۂِ خدائي ذوالجلال



سلسليوار نمبر

| ڇپجڻ جو مهينو ۽ سال | ڇاپو | تعداد | قيمت |
|---|---|---|---|
| | | | مفت |

# سنڌي اٺون ڪتاب

## اٺين ڪلاس لاءِ

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ڄام شورو، سنڌ.
ڇپيندڙ:

نگران اعليٰ: آغا سهيل احمد پٺاڻ
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: اويس پٽو

ليکڪ: الهه بخش ٽالپر، ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ، عبدالرحمٰن سيال،
سيد شير شاهه، فهميده چنا، انور ساگر ڪانڌڙو، اويس پٽو،
ناصر پنهور، ناهيد اختر سومرو، شفيع محمد چانڊيو

ايڊيٽر: ڊاڪٽر نور افروز خواجه، پروفيسر سراج چنا
اويس پٽو، محمد ادريس جتوئي

صوبائي جائزه ڪاميٽي: ڊاڪٽر غلام علي الانا، سيد غلام اڪبر شاهه نمائي،
محمد ادريس جتوئي، شفيع محمد چانڊيو،
تحسين ڪوثر انصاري، دلشاد احمد ڏيٽو.

چترڪار: ساجده يوسف

ڪمپيوٽر گرافڪس: نور محمد سميجو

پروف ريڊنگ: جمشيد احمد جوڻيجو

ڪمپوزنگ: تولارام سوٿهڙ

# فھرست

# پيش لفظ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. ان جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل ڪي علم ۽ شعور ڏيڻ سان گڏوگڏ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن، جن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، پائيپيءَ، بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي، نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن کي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد کي پورو ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنڊ ڪڙڇ کان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو، جڏهن انهن ڪتابن مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگردياڻيون پورو پورو لاڀ پرائين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن کي بهتر بنائڻ ۾ ڪارآمد ٿيندا.

چيئرمين

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

مفت ورهاست لاءِ

**سکيا جي حاصلات**

- الله سائينءَ جي هيڪڙائيءَ بابت ڄاڻڻ
- حمد سُر ۽ لئه سان پڙهڻ
- نوان لفظ سکڻ ۽ استعمال ڪرڻ
- فعل ۽ ان جي قسمن بابت ڄاڻڻ

بِسمِ اللّٰهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيّمِ

## سبق پهريون

# حَـمـد

چَوُ تون الله هيڪڙو، وائي ٻي وِسار،
تن ۾ تند تنوار، سدا سُپرين جي.

چؤ تون الله هيڪڙو، ٻي وائي وِساري ڇَڏ،
اُو تان توسين گَڏ، سڄڻ ساهَ پساهه ۾.

وَحدهٗ لا شريڪَ لَهٗ، اِيءُ هيڪڙائي حَقُ،
ٻيائيءَ کي ٻَڪُ، جن وِڌو سي وِرسيا.

وَحدهٗ لا شريڪَ لَهٗ، ٻُڌءِ نه ٻوڙا،
ڪِ تو ڪنين نه سُئا، جي گهٽ اندر گهوڙا،
ڳاڙيندين ڳوڙها، جت شاهد تيندءِ سامهان!

پڙاڏو سو سڏُ، وَرُ وائيءَ جو جي لهين،
هُئا اڳهين گَڏ، ٻڌڻ ۾ ٻه ٿيا!

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پهرئين بيت ۾ ڪهڙي هدايت ڪئي آهي؟
2. ’وحدهٗ لا شريڪَ لهٗ‘ جي معنيٰ ڇا آهي؟
3. ”ٻيائيءَ کي ٻِڪ، جن وِڌو سي وِرسيا“ جو مطلب ڪهڙو آهي؟
4. ’پڙاڏو سو سڏ‘ جو مطلب ڇا آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

تنوار، سُپرين، ٻيائِي، وِرسيا، وائي، پڙاڏو، ڳهَٽ

**(ج) فعل معنيٰ ڪم. فعل جا ٻه مکيه قسم آهن: (1) فعل لازمي ۽ (2) فعل متعدي.**

1. **فعل لازمي:** اهڙا فعل، جيڪي رڳو فاعل سان لاڳاپو ڏيکارين، تن کي فعل لازمي چئبو آهي. مثال:
   1. سج اُڀري ٿو.
   2. آءٌ پڙهان ٿو.
2. **متعدي:** اهڙا فعل، جن جا فاعل ۽ مفعول ٻئي ظاهر هجن، تن کي فعل متعدي چئبو آهي. مثال:
   1. پروين ڪتاب پڙهي ٿي.
   2. اشرف خط لکي ٿو.

**(د) هيٺ ڏنل بيت مڪمل ڪريو:**

- وحدهٗ لا شريڪَ لهٗ، ..........................................،

.................................، جي ڳهٽ اندر گهوڙا،

ڳاڙيندين ڳوڙها، ................................................

مفت ورهاست لاءِ

**سکيا جي حاصلات**

- انسانيت جا اعليٰ گڻ سکڻ
- نوان لفظ سکي جملن ۾ ڪم آڻڻ
- لفظن جا ضد سکڻ
- فعلن بابت وڌيڪ ڄاڻڻ

## سبق پهريون

# انسانيت

انسان کي الله تعاليٰ اشرف المخلوقات بنائي، هن دنيا ۾ موڪليو آهي. الله تعاليٰ انسان جي هدايت لاءِ ڪيترائي پيغمبر سڳورا پڻ موڪليا. انهن انسانن کي حق ۽ سچ جو رستو ڏيکاريو. ڏٽيءَ سڳوري آسماني ڪتاب نازل ڪيا، جن ۾ زندگي گذارڻ جو طريقو سمجهايل آهي.

انسان جو سڀ کان اهم گڻ آهي ته هو پنهنجي خالق ۽ مالڪ کي سڃاڻي. الله سائينءَ جي وڏائي ۽ هيڪڙائي تسليم ڪري ۽ سندس بندگيءَ جو حق ادا ڪرڻ گهرجي. ڏٽي سڳورو انسان تي ماءُ ۽ پيءُ کان به وڌيڪ مهربان ۽ شفيق آهي. ان جا اسان تي اڻ ڳڻيا احسان آهن. اسان کي گهرجي ته اسين سڀ کان وڌيڪ الله تعاليٰ سان محبت ڪريون.

الله جو پيارو رسول صلي الله عليه وآلهٖ وسلّم به انسان ذات جو عظيم محسن ۽ پيار ڪندڙ آهي. اسان تي به لازم آهي ته پنهنجي پياري رسول صلي الله عليه وآلهٖ وسلّم سان گهڻي محبت ڪريون. سندن ادب، احترام ۽ حڪمن جي پيروي ڪريون. رسول اڪرم صلي الله عليه وآلهٖ وسلّم جن فرمايو آهي ته ”ديانتداري نالو آهي خيرخواهيءَ جو“. ان ڪري اسان کي گهرجي ته اسين سڀني انسانن جا گهڻگهرا ٿي رهون. ڪنهن به انسان لاءِ پنهنجيءَ دل ۾ ڪينو، ڪلفت، ساڙ ۽ حسد نه رکون. جيڪي ماڻهو اسان جا مَنگهُرا ۽ مخالف هجن، تن سان به خيرخواهي ۽ ڀلائي ڪرڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان اسان جا بگڙيل ناتا سڌري ۽ تعلقات خوشگوار ٿي سگهن ٿا. ماءُ پيءُ جا اولاد تي حد کان وڌيڪ احسان آهن، تنهنڪري اسان کي گهرجي ته ماءُ پيءُ جو چيو مڃون. انهن جي حڪم جي فرمان برداري ڪريون ۽ ڪنهن به حالت ۾ سندن دل نه رنجايون. اهڙيءَ طرح پاڙيسرين ۽ مٽن مائٽن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ به انسانيت جي وڻندڙ وصف آهي. وڏن جو احترام ڪرڻ، هڪ جيڏن سان مروت ۽ لحاظ سان پيش اچڻ ۽ ننڍن تي

شفقت ۽ مهرباني ڪرڻ بہ اعليٰ انساني گڻ آهن.

حضور پاڪ صلي الله عليه وآلہٖ وسلّم جن جو قول آهي تہ "سڀني کان ڀلو ماڻهو اهو آهي، جيڪو ٻين کي فائدو پهچائي."

حجة الوداع جي موقعي تي حضور اڪرم صلي الله عليه وآلہٖ وسلّم جن هڪ جامع خطبو ارشاد فرمايو، جنهن مان مکيہ نڪتا هي آهن:

"ڪنهن عربيءَ کي عجميءَ تي، ڪنهن عجميءَ کي عربيءَ تي ڪا بہ فوقيت حاصل نہ آهي. سڀ انسان آدم جو اولاد آهن."

پاڻ هڪ ٻئي جي جانين، لڄن ۽ ملڪيتن جي احترام رکڻ جي تلقين ڪيائون. ٻانهن سان شفقت، يتيمن ۽ مسڪينن جي سنڀال، عورتن سان عدل ۽ سندن حقن جي حرمت جو تاڪيد ڪيائون.

اسان کي گهرجي تہ پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪنهن کي ڏک نہ ڏيون ۽ ڪنهن جي دل نہ رنجايون. جڏهن اسان کي ڪا راحت يا فائدو پهچي تہ الله جو شڪر ادا ڪريون. دنيا ۾ ڏکن کان پوءِ سُک ملندا آهن، تنهنڪري الله تي مڪمل ڀروسو رکي، ڏک جي مرحلي مان نڪرڻ جي ڪوشش ڪجي. الله پاڪ کي مشڪل ڪشائيءَ لاءِ پڪارڻ سان ڏک سُکن ۾ تبديل ٿي سگهن ٿا.

مسڪينن جي مدد ڪرڻ، بکئي کي کارائڻ، بيمار کي پڇڻ، ضرورتمند جي گهرج پوري ڪرڻ، معذور، بيوهہ ۽ يتيم جي واهر ڪرڻ، مسافر ۽ پرديسيءَ جي پرگهور لهڻ، اهي سڀ انسانيت جا اعليٰ گڻ آهن. قرآن شريف ۾ آهي تہ "الله جا نيڪ ٻانها زمين تي عاجزيءَ ۽ نوڙت سان هلندا آهن." انڪري انسانيت جو اعليٰ سبق اهو بہ آهي تہ اسين هر قسم جي تڪبر کان بچون، نيازمنديءَ ۽ نوڙت کي پنهنجي سيرت جو حصو بڻايون. ان ۾ اسان جي عزت ۽ عظمت آهي.

ياد رکڻ گهرجي تہ نيڪيءَ جو بدلو نيڪي ۽ برائيءَ جو بدلو برائي آهي. انسان جيڪي ڪجهہ هن دنيا ۾ پوکيندو، سو ئي آخرت ۾ لڻندو.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. انسانيت جو سڀ کان اهم گُڻ ڪهڙو آهي؟
2. جيڪڏهن اسان کي ڪو ڏک پهچي ته ڇا ڪرڻ گهرجي؟
3. انسانيت اسان کي ڇا ڇا ٿي سيکاري؟
4. انسانيت بابت پاڻ سڳورن ﷺ ڇا فرمايو آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکي، اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

اشرف، منگهرو، شفقت، ضرورت، مخلوقات

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:**

گڻ، ڪُلفت، خيرخواهي، برائي، ڪاميابي

**(د) مناسب لفظ چونڊي جملن ۾ خال ڀريو:**

انسانيت، تڪبر، ڏک، اشرف المخلوقات، پيغمبر

1. الله پاڪ انسان کي .......................... ڪري دنيا ۾ موڪليو آهي.
2. الله تعاليٰ انسان جي لاءِ ڪيترائي ............................ موڪليا آهن.
3. انسان کي .................................. نه ڪرڻ گهرجي.
4. اسان کي گهرجي ته پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪنهن کي به .................... نه ڏيون.
5. پاڙيسرين ۽ مٽن مائٽن سان سهٽو سلوڪ ڪرڻ ............................... جي وٽندڙ وصف آهي.

**(هه) هيٺ ڏنل جملن مان فعل لازمي ۽ فعل متعدي ڌار ڪريو:**

1. اسين راند ڪريون ٿا.
2. اچو ته گهمون.
3. ڇوڪريون ڪتاب پڙهن ٿيون.
4. گهوڙو ڊوڙي ٿو.
5. گلابُ راڳ ڳائي ٿو.

**سرگرمي:** انساني حقن بابت مختصر مضمون لکو:

مفت ورهاست لاءِ

**سکيا جي حاصلات**

- نبيءَ سڳوريﷺ جي ساراهه بيان ڪرڻ
- نعت سُر ۽ لئه سان پڙهڻ
- حمد ۽ نعت ۾ فرق ڄاڻڻ
- نون لفظن جي معنيٰ لکڻ

## سبق ٽيون

# نعت

قلم کي ڪنهن چيو سيڪجهه لِکي وٺ،
ڪمالِ فڪر جي عظمت لِکي وٺ.

رسول الله جي مِدحت سرائي،
خدا جي حڪمتن جي رونمائي.

محمد مظهرِ نُور خدا ٿيو،
محمد سيدِ صلي عليٰ ٿيو.

اُنهن تان مان وڃان صد بار صدقي،
اُنهيءَ جي در تان سڀ گهر بار صدقي.

زبان کي ذوق جي زينت ملي وئي،
قلم کي قرب جي قيمت ملي وئي.

پسند آئي اوهان کي جي نعت منهنجي،
عطا ٿي ’احسنِ ڪمترُ‘ کي عزت.

احسن الهاشمي

# مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. خدا جي نُور جو مظهر ڪير آهي؟
2. خدا جي حڪمتن جي رونمائي ڇا سان ٿئي ٿي؟
3. شاعر، هن نظم ۾ پاڻ کي ڪمتر ڇو سڏيو آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو:**

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| مِدحت | |
| رونمائي | |
| مظهر | |
| ذوق | |
| زينت | |

**(ج) حمد ۽ نعت ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ وضاحت سان لکو:**

**(د) ’سرائي ۽ رونمائي‘ هم آواز لفظ آهن. اوهان هن نعت مان ٻيا هم آواز لفظ چونڊي لکو.**

**ياد رکو ته:**

سيد احسن الهاشمي، حيدرآباد شهر جي ٽنڊي آغا جو رهاڪو هو. هُو سنڌي ٻوليءَ جو هڪ سٺو شاعر هو.

مفت ورهاست لاءِ

سکيا جي حاصلات
- اسلامي مشاهيرن بابت ڄاڻ
- بيبي زينبؓ جي ڪردار بابت ڄاڻ
- لفظن جا ضد لکڻ
- لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ
- واحد لفظن جا جمع ڳولهڻ

سبق چوٿون

# حضرت بيبي زينب رضي الله عنها

حضرت بيبي زينب رضي الله عنها، نبي ڪريم صلي الله عليه وآلهٖ وسلّم جن جي ڏوهٽي آهي. پاڻ حضرت علي ڪرم الله وجههٗ جي نياڻي ۽ حضرت امام حسن عليه السلام ۽ حضرت امام حسين عليه السلام جن جي ڀيڻ آهي. مسلمان عورتن ۾ حضرت زينبؓ جي شخصيت هڪ تاريخ ساز حيثيت رکي ٿي. بيبي صاحبہ حضرت امام حسين عليه السلام جي شهادت جي موقعي تي هڪ اهم ڪردار ادا ڪيو. ڀيڻ جي حيثيت ۾ پاڻ جنهن جرئت ۽ بهادريءَ سان ذميواريون سنڀاليائين، ان جو مثال نہ ٿو ملي. ان ڪري تاريخ ۾ سندن نالو سونهري لفظن ۾ لکيو ويو آهي، جيڪو قيامت تائين روشن رهندو.

حضرت بيبي زينبؓ، هجرت جي پنجين سال جمادي الاول مهيني جي پنجين تاريخ تي، مديني ۾ پيدا ٿي. پاڻ حضرت امام حسين عليه السلام کان هڪ سال ڄمار ۾ ننڍي هئي. سندس امڙ حضرت بيبي فاطمة الزهراء رضي الله عنها، حضرت علي ڪرم الله وجههٗ جن کي عرض ڪيو، تہ هن نئين ڄاول ٻارڙيءَ جو نالو رکو. حضرت علي ڪرم الله وجههٗ فرمايو تہ پاڻ سڳورا سفر تي ويل آهن، موٽي اچن تہ کين نالي رکڻ لاءِ عرض ڪبو. پاڻ سڳورا جڏهن خير سان سفر تان موٽيا، تہ حضرت علي ڪرم الله وجههٗ سندن خدمت ۾ اچي، نياڻيءَ جي نالي رکڻ لاءِ عرض ڪيو. پاڻ سڳورن ٻارڙيءَ جو نالو 'زينب' رکڻ پسند ڪيو.

بيبي صاحبہ اڃا پنجن سالن جي ٿي، تہ سندس سر تان امڙ جي ٻاجهہ جو هٿ هٽي ويو. ننڍڙي ٻارڙيءَ، ان صدمي کي دل جي گهرائيءَ سان محسوس ڪيو ۽ ننڍپڻ کان ئي سنجيدگيءَ کي پنهنجيءَ طبيعت جو حصو بڻايو. ماءُ جي لاڏاٽي ڪانپوءِ پاڻ پنهنجن ڀيڻ ۽ ڀائرن جي سار سنڀال ۾، پنهنجي پيءُ حضرت علي ڪرم الله وجههٗ جي مددگار رهي. زندگيءَ جي هر ڏکئي مرحلي تي سندس مضبوط

ارادي، ايمان ۽ ثابت قدميءَ ۾ ڪو بہ فرق نہ آيو.

حضرت بيبي زينبؓ جي شادي حضرت جعفر طيارؓ جي فرزند حضرت عبداللهؓ سان ٿي. بيبي صاحبہ شاديءَ کانپوءِ بہ حضرت علي ڪرم الله وجههٔ وٽ ڪوفي ۾ رهي، تہ جيئن ننڍن ڀيڻ ڀائرن جي پرورش ۾ والد جو هٿ ونڊائي سگهي. ۽ سندس خدمت پڻ ڪري سگهي. حضرت علي ڪرم الله وجههٔ جي شهادت کانپوءِ بيبي صاحبہ مديني هلي آئي.

بيبي زينبؓ پنهنجي والد کان ڏاڍي متاثر هئي. دليريءَ ۽ سچائيءَ جا گڻ ڪانئن حاصل ڪيائين. قدرت کيس انصاف، بيباڪيءَ ۽ جرئت جي گڻن سان نوازيو هو. کيس قرآن پاڪ ۽ حديث تي عبور حاصل هو. عورتون پري پري کان وٽس علم حاصل ڪرڻ ايندا هيون. پاڻ کين ديني مسئلا سمجهائيندي هئي. علمي مرتبي جي ڪري کيس "عقيلہ بني هاشم" يعني "هاشمي خاندان جي عقلمند عورت" سڏيو ويندو هو.

حضرت امام حسين ع جڏهن ڏٺو تہ وقت جو حاڪم دين جي اصولن جي ڀڃڪڙي ڪري رهيو آهي ۽ ذاتي بادشاهت قائم ڪرڻ چاهي ٿو، تہ پاڻ ڪربلا جو سفر اختيار ڪيائون. بيبي زينبؓ چاتو ٿي تہ اهو رستو ڪيڏو نہ ڏکيو آهي، پر پاڻ پنهنجي ڀاءُ کي اڪيلو ڇڏڻ نہ چاهيائين. ان ڪري، پنهنجي گهر واري کان اجازت وٺي، نہ رڳو حضرت امام حسينؑ سان گڏ رواني ٿي ۽ پنهنجن پٽن "عون ۽ محمد" کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي هلي. سندس ٻئي فرزند الله جي راهہ ۾ وفاداريءَ جو حق ادا ڪندي، شهيد ٿي ويا. حضرت بيبي زينبؓ جي هيءَ قرباني تاريخ جو هڪ اهم باب آهي. پاڻ ثابت ڪري ڏيکاريائين تہ، الله جي راهہ ۾ اڳتي وڌندڙ قدمن جو ساٿ ڏيڻ دين جو اهم فرض آهي.

جڏهن ڪربلا جي واقعي ۾ حضرت امام حسينؑ ۽ سندن وفادار ساٿي شهيد ٿي ويا، تہ بيبي زينبؓ بيوسيءَ ۽ خوف جي گهڙين ۾ قافلي ۾ شامل عورتن ۽ ٻارن جو سهارو بڻي. پاڻ نہ رڳو وڏي صبر ۽ سهپ کان ڪم ورتائين، پر لٽيل قافلي جي بہ بهادريءَ سان اڳواڻي ڪيائين.

ڪربلا جي ڏکويلن جو هي قافلو جڏهن يزيد جي دربار ۾ پهتو تہ بيبي زينبؓ يزيد جي سامهون جيڪا تقرير ڪئي، سا سندس بهادريءَ، همت، ڏاهپ ۽ تدبر جو اعليٰ

مثال آهي. سندس دليلن تي ٻڌل اُها پُروقار تقرير تاريخ جي صفحن ۾ محفوظ آهي. يزيد ظالم آڏو پاڻ بنا ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي حق جو ڪلمو ادا ڪندي، چيائين ته:

"الله جو قسم آءٌ الله کان سواءِ ڪنهن کان به نه ٿي ڊڄان. ان کان سواءِ ڪنهن ٻئي آڏو شڪايت نه ٿي ڪريان؛ پر هي جيڪو ٽِڪو تو پنهنجي دامن تي لڳايو آهي، اهو قيامت تائين نه ڌوپندو."

بيبي زينب جو ايمان هو ته ظالم جي ظلم جي پرده پوشي ڪرڻ به ظلم برابر آهي. ان ڪري جڏهن ڪوفي وارا، رسول پاڪ صلي الله عليه وآلهٖ وسلّم جي خاندان جي بي وطنيءَ تي ڳوڙها ڳاڙي رهيا هئا، ته بيبي صاحبه فرمايو:

"اي ڪوفي وارؤ! توهان اهڙيءَ عورت وانگر آهيو، جيڪا پنهنجي رسي مضبوط وٽيندي آهي ۽ پوءِ خود ئي ان کي ڇني ڇڏيندي آهي. توهان پنهنجا واعدا ٽوڙي ڇڏيا. قسم کڻي ڦري ويندڙؤ! توهان پنهنجي آخرت خراب ڪري ڇڏي. هاڻي خدا جي ڏمر کان ڊڄو ۽ ان جي عذاب سهڻ لاءِ تيار ٿي وڃو! ڪوفيو! توهان اهو ڪم ڪيو آهي، جنهنڪري اهو وقت ويجهو اچي ويو آهي، جڏهن آسمان ڦاٽي پوندو، زمين ڏري پوندي ۽ جبل ذرا ذرا ٿي ويندا."

دين جي واٽ ۾ مشڪلاتن کي پُختي عزم سان برداشت ڪري سگهجي ٿو. ان جو بهترين مثال بيبي زينبؓ پيش ڪيو، جيڪو مسلمان عورتن لاءِ هڪ روشن سبق آهي. بيبي زينبؓ 15 رجب 63 هجريءَ ۾، 57 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. سندن مقدس مزار، شام ملڪ جي شهر دمشق ۾ آهي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. حضرت بيبي زينبؓ ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿي؟
2. بيبي زينبؓ جو نالو ڪنهن رکيو؟
3. بيبي صاحبه کي 'عقيله' ڇو سڏيو ويندو هو؟
4. بيبي زينبؓ، يزيد جي درٻار ۾ ڪيس مخاطب ٿي ڇا فرمايو؟
5. بيبي زينبؓ جي مقدس مزار شام ملڪ جي ڪهڙي شهر ۾ آهي؟

مفت ورهاست لاءِ

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| صدمو | | |
| ثابت قدمي | | |
| مجبور | | |
| عقيل | | |
| ڀاڄھ | | |

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:**

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| الفت | | نيڪ | |
| مضبوط | | بهادري | |
| ڪشادو | | ظالم | |

**(د) هيٺ ڏنل لفظن جا واحد جمع ڻاهيو:**

دل، تقريرون، مشڪل، قربانيون، حديث، واعدو، ويجها، ارادو

**(ه) هيٺ ڏنل جملن کي درست ترتيب سان لکو:**

1. آمنہ نہ اسڪول اڄ ٿي وڃي.
2. وياسين باغ ۾ اسين ڪالهہ.
3. جاويد ڪرڪيٽ هو کيڏندو.
4. ٿي ملي ناڪامي نہ ڪرڻ سان محنت.
5. ڪائجي هٿ ڌوئڻ ڪان سواءِ ڪاڏو نہ.

مفت ورهاست لاءِ

### سکيا جي حاصلات

- قومي ايکي بابت ڄاڻ
- ايمان، اتحاد ۽ تنظيم کي سمجهڻ
- درست جواب لکڻ
- لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ
- لفظن جا ضد لکڻ
- ضمير موصول بابت ڄاڻ

سبق پنجون

# ايمان، اتحاد ۽ تنظيم

**بادل:** اخبارن ۾ روزانو ڪنهن نہ ڪنهن ملڪ ۾ دنگي فساد جون خبرون پيون اچن. ان جو بہ ڪو ڪارڻ هوندو!

**گلاب:** ادا ڪيترائي ڪارڻ آهن، پر مکيہ اهو تہ اتي جي ماڻهن ۾ اتفاق بدران نفاق آهي. ماڻهن ۾ ايڪو ۽ اتحاد هوندو تہ اهي پنهنجي ملڪ جي ترقيءَ لاءِ پاڻ ڳڏجي ڪوشش ڪندا تہ اهو ملڪ ئهي ويندو- پر جيڪڏهن منجهن ڦيٽاڙو ۽ نفاق هوندو تہ ملڪ ۾ رڳو جهيڙو ۽ فساد پيا ڪندا! هڪڙا ٺاهڻ تي ۽ ٻيا ڦٽائڻ تي! ائين اُهو ملڪ تباهہ ٿي ويندو.

**بادل:** ادا ان جي معنيٰ تہ جتي اتحاد هوندو اُتي امن هوندو. امن واري ماحول ۾ ماڻهو پنهنجي ملڪ لاءِ نيون نيون ايجادون ڪري سگهندا آهن. سمنڊ ۽ هوا تي حڪمراني، سج جي توانائيءَ تي ضابطو، زمين ۽ جبلن مان معدنيات حاصل ڪرڻ ۽ اهڙي قسم جا ٻيا وڏا ڪم تڏهن پيا ٿين، جڏهن ماڻهن ۾ ايڪو آهي، پر بنيادي شرط وري ايمان جو آهي.

**گلاب:** چئبو تہ قومن جي ترقيءَ جو دارومدار ايمان ۽ اتحاد تي آهي. دنيا ۾ اهي قومون

زندهہ رهي سگهيون آهن، جن ۾ ايمان ۽ ٻڌي هئي، پر جنهن قوم ۾ نفاق آيو، سا يا تہ ڌارين جي غلام ٿي وئي، يا دنيا مان ان جو نالو ئي گم ٿي مٽجي ويو.

**باديل:** ادا ملڪ جي ترقيءَ لاءِ ايمان ۽ اتحاد کان سواءِ ٻيا ڪهڙا اصول آهن؟

**گلاب:** ملڪ جي ترقيءَ لاءِ ايمان ۽ اتحاد يعني ٻڌي برابر بنيادي ڏاڪا آهن، پر انهن سان گڏ رٿابندي، لڳاتار محنت ۽ ارادي جي مضبوطي بہ ضروري آهي.

**باديل:** ادا مهرباني ڪري، ان بابت ڪجهہ سمجهايو!

**گلاب:** هر ڪم لاءِ رٿابندي ضروري آهي. اها هيءَ تہ ڪم جي شروعات ڪيئن ڪجي؟ ان لاءِ ڪيترا ماڻهو کپن. اهو ڪم ڪيتري عرصي ۾ پورو ڪرڻو آهي ۽ ان عرصي ۾ ڪم جي ورڇ ڪيئن ڪجي ۽ ان تي خرچ ڪيترو ٿيندو وغيره. اها ٿي رٿابندي. بنان ڪنهن اڳواٽ رٿا جي ڪم ۾ هٿ وجهبو تہ اهو نڪي پائدار ٿيندو ۽ نڪي ڪارائتو.

**باديل:** ائين ڪٿي چئجي تہ ڪنهن فوج ۾ اتحاد آهي ۽ طاقت بہ. وٽس جنگي سامان بہ گهڻو آهي، پر جيڪڏهن ان ۾ تنظيم نہ آهي تہ اها جنگ جي ميدان ۾ ڪٿڻ بدران هارائي ويندي.

**گلاب:** ادا ارادي جي مضبوطيءَ بابت بہ ٻڌايو؟

**باديل:** جيستائين ڪنهن قوم کي پنهنجي عمل جي صداقت تي پورو يقين نہ هوندو، تيستائين اها قوم اتحاد ۽ تنظيم جي ڳڻن هوندي بہ دنيا ۾ ڪو ڪارنامو ڏيکاري نہ سگهندي آهي. وڏيون عاليشان عمارتون، باغ باغيچا، سڀ مستقل ارادي ۽ محڪم يقين سان ئي وجود ۾ آيون آهن.

**گلاب:** ادا توهين بلڪل سچ ٿا چئو! جيڪڏهن ارادو پڪو ۽ نيت ۾ سچائي نہ هوندي تہ ڪو بہ ڪم پورو نہ ٿي سگهندو.

**باديل:** برابر ائين ڪم ڪنڌڙ جلدي ٺڪجي ڪڪ ٿي، ڪم کي اڌ ۾ ئي ڇڏي ڏيندا. ان ريت پيسي ۽ وقت جو زيان ٿيندو. وڏن ڪمن ۾ تہ وري تجربي ۽ گهڻي وقت جي ضرورت هوندي آهي. ڪو بہ ڪم تڪڙ ۾ ڄٽادار ثابت نہ ٿيندو آهي.

**گلاب:** ادا هاڻي مون سمجهيو تہ، قائداعظم محمد علي جناح رحہ پاڪستان جي پهرين سالگرهہ جي موقعي تي قوم کي پيغام ڏيندي اها هدايت ڇو ڪئي تہ ”هن وقت قوم کي ايمان، اتحاد ۽ تنظيم جي ضرورت آهي.“

**بادل:** چاڪاڻ تہ پاڪستان کي وجود ۾ آئي اجا هڪ سال مس گذريو هو. قائداعظم رحہ کي قومن جي عروج ۽ زوال جي پلئ۾ پت جاڻ هئي. ان ڪري هن پاڪستاني قوم کي زندهہ رهڻ ۽ ترقي ڪرڻ لاءِ ٽن مکيہ اصولن تي عمل ڪرڻ جي هدايت ڪئي هئي. اهي ٽي مکيہ اصول هي آهن: ايمان، اتحاد ۽ تنظيم. قائداعظم رحہ اهو ئي ٿي چاهيو تہ اسين نفاق ۽ ڦيٽاڙي بدران پاڻ ۾ ايڪو ۽ اتحاد ڪري هڪ قوم ٿي رهون. ٻيو تہ قومي عمل ۾ تنظيم کي قائم رکون، ٽيون تہ پنهنجي عمل کي يقين محڪم سان سرانجام ڏيون.

**گلاب:** ادا اسان کي استاد دنيا جي ناميارن اڳواڻن بابت ٻڌائيندا آهن تہ اهي سڀئي پڪو ارادو ۽ يقين محڪم رکندڙ هئا، تڏهن پنهنجي قوم کي عزت وارو بنائي سگهيا. انهن پنهنجي اڻٿڪ ڪوشش سان قوم ۾ اتحاد آڻي، ان کي تنظيم سان سگهارو ڪري دنيا ۾ سوڀارو ڪيو.

**بادل:** اسان جو قائداعظم محمد علي جناح رحہ بہ بيشڪ دنيا جي انهن ناميارن اڳواڻن مان آهي، جن ايمان، اتحاد ۽ تنظيم جهڙي سٺي عمل سان پنهنجي قوم کي آزاديءَ جي نعمت سان نوازيو ۽ ان کي مٿاهين مقام تي پهچائڻ لاءِ ڏاهپ جو ڏس ڏنو.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. ڪنهن بہ ملڪ ۾ دنگي فساد جو مکيہ ڪارڻ ڪهڙو آهي؟
2. امن پرئي ماحول ۾ ماڻهو پنهنجي ملڪ لاءِ ڇا ڪندا؟
3. ملڪ جي ترقيءَ لاءِ اتحاد ڪان سواءِ ٻيا ڪهڙا اصول آهن؟
4. ڪنهن قوم ۾ تنظيم نہ هوندي تہ ڇا ٿيندو؟
5. قائداعظم رحہ پاڪستاني قوم کي ڪهڙا ٽي مکيہ اصول ٻڌايا آهن؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

اتحاد، گڏجڻ، عروج، زوال، پلئ۾ پت

(ج) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

1. ماڻهن ۾............۽................. هوندو تہ اهي پنهنجي ملڪ جي ترقيءَ لاءِ پاڻ ۾ گڏجي ڪوشش ڪندا.
2. هر ڪم جي پورائي لاءِ........... ضروري آهي.
3. اسان جو...................... بيشڪ دنيا جي ناليوارن اڳواڻن مان آهي.
4. هن قوم کي................ ۽ ............................ جي ضرورت آهي.
5. ڪوبہ ڪم...................۾....................... ثابت نہ ٿيندو.

(د) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| اتفاق | | زنده | |
| پراوا | | پڪو | |
| ڪٽڻ | | ڏاهپ | |
| جنگ | | مٿاهين | |

(هہ) اهو لفظ، جيڪو ڪنهن اسم جي بدران ڪم اچي ۽ ان کي ٻئي جملي سان ڳنڍي، ان کي ضمير موصول چئبو آهي. جيئن: جنهن، جيڪو، جا وغيره ضمير موصول آهن.

هيٺ ڏنل جملن مان ضمير موصول ڳوليو:

- هي اهو ڪتاب آهي جيڪو مون پئي ڳوليو.
- هي اهو پيالو آهي جنهن جي تو پچا پئي ڪئي.
- هي اهو قلم آهي جنهن سان تو خط پئي لکيو.
- هيءَ اها عينڪ آهي جا مون دڪان تان ورتي هئي.

ياد رکو تہ: ملڪي ترقيءَ ۽ بقا لاءِ اتحاد ۽ ايڪو ضروري آهي.

سکيا جي حاصلات

- پاڪستاني مشاهيرن بابت ڄاڻ
- عبدالستار ايڌيءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ
- سماجي خدمت جي اهميت سمجهڻ
- اصطلاحن جي سمجهاڻي لکڻ
- لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ
- مختصر مضمون لکڻ

سبق ڇهون

# عبدالستار اِيڌي

چوڻي آهي تہ: ”جيئي تہ هرڪو پنهنجي لاءِ، پر امر آهي اهو انسان، جيڪو ٻين ڪاڻ جيئي“. اهڙا اعليٰ انسان جن پنهنجي حياتي انساني خدمت کي ارپي ڇڏي، سي تمام ٿورا ئي هوندا آهن. اهڙا نام ڪنيا، فقيري طبيعت جا مالڪ، جن وٽ انسانيت اهم آهي ۽ انهن وٽ دين ڌرم، قوم، وطن ۽ رنگ، نسل جو متڀيد ناهي. هنن جو دين ايمان، زندگي ۽ موت، انساني خدمت جهڙو افضل مشغلو آهي.

ڌرتيءَ جي گولي تي نظر ڦيرائڻ سان معلوم ٿيندو تہ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو ملندا، جن پنهنجي زندگي اهڙن ڪمن کي ارپي ڇڏي آهي. انهن چند نالن ۾ عبدالستار ايڌيءَ جو نالو بہ شمار ٿئي ٿو، جو انسان ذات جو وڏو خدمتگار هو.

هُن يتيم، لاوارث ۽ پنهنجن کان وڇڙيل ٻارن کي، پنهنجي اولاد وانگر تحفظ ڏيئي رهايو، پڙهايو ۽ انسانيت جو درس ڏنو. گلن جهڙن معصوم، بي گناهہ ٻارڙن لاءِ هن جهولا رکايا. انهن جهولن جي سنڀال جي ذميواري، عبدالستار ايڌيءَ جي گهر واري بلقيس ايڌي پنهنجي ساٿي رضاڪارن ذريعي سنڀالي ورتي. ٻُڍا، ڪمزور ۽ پنهنجن جا ستايل ماڻهو ايڌيءَ جي قائم ڪيل، ’ايڌي وليج‘ جي اَجهن ۾ پناهہ وٺي سُک جو ساهہ کڻن ٿا. اهڙن ماڻهن لاءِ اُتي کاڌي پيتي، ڪپڙي لٽي ۽ صحت ۽ صفائيءَ جو سمورو انتظام ٿيل هوندو آهي.

عبدالستار ايڌي، انسانن تہ ڇا پر جانورن لاءِ بہ ڇپر ڇانوَ هو. هن جانورن جي سار سنڀال جو اهڙو ئي بندوبست ڪيو، جهڙو انسانن لاءِ. هو ملائڪ صفت انسان هو.

سندس سادگي ۽ ڪارناما ڏسي انسانيت ۾ ويساهه پختو ٿئي ٿو.

عبدالستار اِيڌي، پهرين جنوري، 1928ع ۾، هندستان جي صوبي گجرات جي هڪ ڳوٺ بانٽوا ۾ ڄائو هو. سندس والد جو نالو عبدالشڪور اِيڌي هو. هو 1947ع ۾ ڪراچيءَ ۾ اچي آباد ٿيو. ايڌي اجا 11 سالن جو مس هو تہ سندس ماءُ اڌ رنگ (فالج) سبب جسماني توڙي ذهني طور معذور ٿي پيئي. ان جي تڪليف ڪي ڏسندي، ايڌيءَ پنهنجي حياتي ماءُ جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏي. هو، پنهنجيءَ ماءُ جو هر طرح سان خيال رکڻ کي ئي عبادت سمجهندو هو. وقت گذرڻ سان گڏ، سندس ماءُ جي بيماري وڌندي وئي. ان تڪليف واري احساس ايڌيءَ جو جيءُ جهوري وڌو.

19 سالن جي ڄمار ۾ ماءُ جي موت جو صدمو سهڻو پيس. هُن ان عرصي دوران هر ڏکويل انسان کي ماءُ جي روپ ۾ محسوس ڪرڻ شروع ڪيو. هن انسان ذات جي خدمت کي پنهنجو ايمان بڻائي، اهو ڪم پوريءَ سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان نڀايو.

عبدالستار ايڌيءَ جي خدمت گذاري، سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ کي ڏسندي سندس هزارين مددگار پيدا ٿي پيا، جيڪي سندس مالي سهائتا ڪرڻ لاءِ اڳيرا رهيا. هن ديس جون حدون اورانگهي هر ڪنهن جي ڏک درد کي محسوس ڪيو. اهڙو خلوص ڀريو جذبو ڏسندي عالمگير سطح تي سندس پذيرائي ٿي.

هن رضاڪارن جي هڪ مضبوط ٽولي جوڙي، ائمبولينس سروس کان هوائي سروس تائين ڏکايل ماڻهن جي مدد ڪئي. پوري ملڪ ۾ آفيسون کولي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين ائمبولينس سروس جو بندوبست ڪيو. ان ڏس ۾ سندس ڪارڪنن بہ ڪين گهٽايو. رات هجي يا ڏينهن سندس سڏ ۾ سڏ ڏيندا رهيا ۽ اڄ ڏينهن تائين اهڙو عمل جاري رکيو اچن. ايتري قدر جو سندس وفات واري ڏک ڀرئي ڏينهن تي بہ ائمبولينس سروس جاري رهي.

عبدالستار اِيڌي اهڙن ماڻهن جي ڪفن دفن ۽ غسل جي بندوبست جو ذمو قبوليو، جن جو ڪو وارث نہ هوندو هو، بي پهچ ماڻهن جا لاشَ، جيڪي هٿ لائڻ جهڙا بہ نہ هوندا هئا، هو اهڙن ماڻهن کي غسل ڏئي ڪفن پارائي، پورڻ پيڙو ڪندو هو.

عبدالستار اِيڌيءَ کي انساني خدمتن جي مڃتا طور ڪيترائي بين الاقوامي توڙي ملڪي ميڊل ۽ سرٽيفڪيٽ مليا. هن مرد مجاهد کي ڪڏهن بہ دولت جي لالچ نہ موهيو ۽ نہ شهرت منجهس ڪا وڏائي پيدا ڪئي. هميشہ سادي پوشاڪ، سادي رهائش،

نہ مايا جو موھہ. ھن کي ’بابائي خدمت‘ جھڙن لقبن سان ياد ڪيو ويو آھي.

اڻ ٿڪ محنت ايڌيءَ جي صحت تي گھرو اثر وڌو. ھڪ پاسي وڏي ڄمار، ٻئي پاسي بيماريءَ، ڪيس ڪيرائي وڌو. آخر ھن فاني دنيا کي لڙڪن ۽ سڏڪن ۾ ٻڏل ھزارين ماڻھن ۽ سندس نگرانيءَ ھيٺ پلجندڙ معصوم ٻارن، ٻيڙن، بيواھن، مداحن ۽ رفيقن کي الوداع چيو ۽ تاريخ 8 جولاءِ 2016ع تي، 88 ورھين جي ڄمار ۾ دم ڏنيءَ حوالي ڪيو.

عبدالستار اِيڌيءَ وصيت ڪئي ھئي تہ سندس اکين سميت ٻيا عضوا عطيي طور ڏنا وڃن ۽ ڪيس پاتل پوشاڪ ۾ سادگيءَ سان دفن ڪيو وڃي. پوءِ لکين ماڻھن جي موجودگيءَ ۾، ڪراچيءَ جي نئشنل اسٽيڊيم ۾، ھن جي جنازي نماز ادا ڪئي وئي. جنھن ۾ عوامي نمائندن، سول توڙي فوجي قيادت ۽ سياسي اڳواڻن شرڪت ڪئي. ھن کي وڏي قومي اعزاز سان وصيت ڪيل ھنڌ ايڌي وليج ۾ دفن ڪيو ويو. ھن جون اکيون عطيي طور ٻن ٻي نُور ماڻھن کي ڏنيون ويون. ھن عظيم انسان مرڻ وقت بہ انساني خدمت کي نہ وساريو. اھڙا سدا حيات انسان، اسان لاءِ مثال آھن. اھڙن ئي انسانن لاءِ شاھ لطيف ڀٽائيءِ فرمايو آھي:

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿين نہ مات،
ھوندا سي حيات، جيئڻان اڳي جي جِيئا.

## مشق

**(الف) ھيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. عبدالستار اِيڌي پنھنجي زندگي ڪھڙن ڪمن لاءِ ارپي ڇڏي؟
2. عبدالستار اِيڌيءَ ڪٿي جنم ورتو؟
3. عبدالستار اِيڌيءَ ڪھڙي واقعي کان متاثر ٿي انساني خدمت لاءِ پاڻ ارپي ڇڏيو؟
4. اِيڌي وليج ۾ ڪھڙن ماڻھن رھي سُک جو ساھہ کنيو آھي؟
5. عبدالستار اِيڌيءَ جي مالي سھائتا ڪنھن ڪئي؟
6. عبدالستار اِيڌيءَ ڪڏھن وفات ڪئي؟
7. عبدالستار اِيڌيءَ کي ڪٿي مٽيءَ ماءُ جي حوالي ڪيو ويو؟

**(ب) درست جواب تي (✓) نشان لڳايو:**

1. عبدالستار اِيڌي ھندستان جي صوبي ۾ ڄائو.
   (راجستان، پنجاب، گجرات، ھرياڻا)
2. عبدالستار اِيڌي جنوري مھيني ۾ ڄائو.
   (1912ع، 1930ع، 1916ع، 1928ع)

3. عبدالستار اِيڌي جي ماءُ کي بيماري هئي.
(سلهه، ماتا، مليريا، فالج)
4. عبدالستار اِيڌيءَ جي سروس ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ خدمت لاءِ حاضر رهندي آهي.
(بس سروس، ائمبولينس سروس، ريلوي سروس، هوائي سروس)
5. مرڻ وقت عبدالستار ايڌيءَ جي ڄمار هئي.
(81 سال، 75 سال، 91 سال، 88 سال)

(ج) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:
نام ڪنيا، متيبد، افضل، مشغلو، ڏک ڀرئي، مددگار
مالي سهائتا، پذيرائي

(د) هيٺ ڏنل اصطلاحن جي سمجهاڻي لکو:
- ڇپر ڇانوَ ٿيڻ
- سُک جو ساهه پٽڻ
- سڏ ۾ سڏ ڏيڻ
- پاڻ ارپڻ
- پُونءِ پيڙو ڪرڻ

(هه) هيٺ ڏنل جملا پڙهي صحيح ۽ غلط کي (✓) ڪريو.
1. عبدالستار ايڌي فقط اميرن جي خدمت ڪندو هو. صحيح/ غلط
2. ٻارن لاءِ رکيل جهولن جي سنڀال بلقيس ايڌيءَ ڪئي. صحيح/ غلط
3. اِيڌيءَ جي قائم ڪيل ائمبولينس سروس ملڪ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ ڪم ڪندي آهي. صحيح/ غلط
4. عبدالستار اِيڌي شاهاڻي زندگي گذاريندو هو. صحيح/ غلط
5. عبدالستار اِيڌي کي اِيڌي وِليج جي قبرستان ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو. صحيح/ غلط

(و) عبدالستار اِيڌيءَ جي ڪيل وصيت بيان ڪريو:

(ز) هن سبق مان اسان کي ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟

سبق ستون

# بجليءَ جي دريافت

**سکيا جي حاصلات**

- بجليءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ
- درست جواب لکڻ
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ
- واحد جمع ٺاهڻ
- خال پرڻ

بجليءَ کي اسان ڪِنوڻ به چوندا آهيون. سائنسي لحاظ کان بجلي، توانائيءَ جو هڪ قسم آهي، جيڪو قدرتي ۽ هترادو ذريعن سان حاصل ٿئي ٿو. بجليءَ انساني زندگيءَ ۾ وڏو انقلاب آندو آهي. بجلي ٺاهڻ يا گڏ ڪرڻ جو تصور انسان وٽ قديم دور کان موجود هو، جيڪو هن ۾ وڄ يا ڪنوڻ ڏسي پيدا ٿيو.

بجليءَ بابت سڀ کان اڳ، اٽليءَ جي سائنسدان 'جيرولامو ڪارڊانو' (Gerolamo Cardano) ڄاڻ ڏني. هن 1550ع ڌاري سائنس بابت ڪيترائي مضمون لکيا، جن ۾ بجليءَ ۽ توانائيءَ جو ذڪر به هو. ان کان پوءِ بينجمين فرئنڪلن لغڙ جي تجربي وسيلي ثابت ڪيو ته آسماني ڪنوڻ اصل ۾ بجلي آهي. هن، ڪاٿو ۽ واڌو اليڪٽران بابت ٻڌايو. ان کان پوءِ 'الگزينڊرو وولٽ' 1800ع ڌاري ثابت ڪيو ته ڪيميائي شين جي ردعمل وسيلي بجلي ٺاهي سگهجي ٿي. هن، دنيا جو پهريون خشڪ سيل جوڙيو، جنهن کي

سندس نالي پنيان ’وولٽائي سيل‘ سڏيو ويو. هي اُهو سيل آهي جيڪو اسان ريڊين، گھڙيالن، رموٽ ڪنٽرول ۽ ٻين ڪيترن ئي شين ۾ استعمال ڪندا رهون ٿا.

ان ڪان پوءِ مائيڪل فئريڊي 1830ع ڌاري بئٽري ناهي، ۽ بجليءَ جا قاعدا ۽ اصول، تجربي وسيلي بيان ڪيا. هن لوهه جي سيخ تي ٽامي جي تار ويڙهي اُن مان بجلي ڪرنٽ گذاريو تہ اُها چقمق بنجي وئي ۽ لوهه جي شين کي پاڻ ڏانهن ڪشش ڪرڻ لڳي. اهڙيءَ ريت مشاهدن ۽ تجربن وسيلي بجليءَ جون ايجادون وڌنديون ويون. بجليءَ وارو خواب 18 صدي عيسويءَ جي پهرين ڏهاڪي ۾ پورو ٿيو. ٿامس ايڊيسن پهريون شخص هو، جنهن بلب ايجاد ڪري سڄي دنيا کي روشن ڪري ڇڏيو. اڄ بلب جي جاءِ سيوَر، ٽيوب لائيٽ ورتي آهي. توهان پنهنجي گھرن ۾ ڪيترين ئي شيون بجليءَ تي ڪم ڪندڙ ڏسي سگھو ٿا، جن ۾ فرج، ٽي.وي، پکا، ڪمپيوٽر، موبائيل فون، ڪپڙن ڌوئڻ جي مشين، رس ڪڍندڙ مشين ۽ شين کي پيهڻ واريون مشينون وغيره اچي وڃن ٿيون. اِنهيءَ ڪان سواءِ ميڊيڪل سان واسطيدار مشينون، جهڙوڪ: الٽراسائونڊ، ايڪسري ۽ اِي.سي.جي جون مشيون، وغيره بہ بجليءَ جي ذريعي ڪم ڪن ٿيون. وزني سامان کڻڻ لاءِ بہ بجليءَ تي هلندڙ مشينون ۽ ٻيون شيون انساني زندگيءَ جو لازمي حصو بڻجي ويون آهن. مطلب تہ بجليءَ مان ڪيترائي فائدا آهن. اسان سڀني کي گھرجي تہ بجليءَ جو درست استعمال ڪريون ۽ ان کي ضايع ٿيڻ ڪان بچايون.

اڄ ڪلهہ بجلي، پاڻي، هوا، گئس، تيل، ڪوئلي ۽ سج جي توانائي مان پيدا ٿي رهي آهي. پاڪستان ۾ بجلي ٽن ذريعن مان پيدا ڪئي وڃي ٿي. هڪ ذريعو ڪوئلي تيل ۽ گئس کي ٻاري بجلي پيدا ڪئي وڃي ٿي. هن کي ٿرمل ذريعو چئبو آهي. اِنهيءَ لاءِ ڪوٽڙي، ڄام شورو، لاکڙا، گڊو ۽ ٻين هنڌن تي ٿرمل پاور پلانٽ لڳايا ويا آهن. ٻيو ذريعو پاڻي جي وهڪري جي ذريعي بجلي پيدا ڪئي وڃي ٿي. جنهن کي پَنِ بجلي چئبو آهي. پَن بجلي پاڪستان ۾ بجلي پيدا ڪرڻ جو سڀ ڪان وڏو ذريعو آهي. هن لاءِ منگلا ڊيم ۽ تَربيلا ڊيم جو پاڻي استعمال ڪيو ويندو آهي. جتي وڏين ٽربائين کي وهندڙ پاڻي جي زور تي هلائي بجلي پيدا ڪئي ويندي آهي. اِنهيءَ بجليءَ کي ملڪ جي ويجهن ۽ ڏورانهن علائقن تائين بجلي جي تارن ذريعي پهچايو ويندو آهي. اِها بجلي اسان جي گھرن، ڪارخانن ۽ زراعت جي لاءِ استعمال ڪئي وڃي ٿي.

پاڪستان ۾ بجلي پيدا ڪرڻ جو ٽيون ذريعو ائٽمي بجلي بہ آهي. هن لاءِ ڪراچيءَ جي ويجهو هڪ ائٽمي بجلي گهر ڪم ڪري رهيو آهي.

گئس، ڪوئلي ۽ تيل مان پيدا ٿيندڙ بجليءَ مان فضا ۾ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ گئس ۽ ٻيون زهريليون گئسون خارج ٿين ٿيون، جنهن ڪري ڌرتيءَ جي ماحول جو ٽيمپريچر وڌي رهيو آهي ۽ ماحولياتي گدلاڻ جي ڪري ماڻهو انيڪ بيمارين جو شڪار ٿين ٿا. جڏهن تہ سڌريل ملڪ اها ڪوشش ڪري رهيا آهن تہ بجلي اهڙن ذريعن مان ناهي وڃي، جن مان قدرتي ماحول کي نقصان نہ ٿئي. مثلاً: شمسي توانائي، هوا ۽ پاڻي وغيره.

بجليءَ، انسان جي زندگيءَ ۾ هڪ وڏو انقلاب آندو آهي. بجليءَ جي وڌندڙ کپت کي نظر ۾ رکندي، ان مقصد جي پورائيءَ لاءِ بجلي گهر قائم ڪيا ويا آهن تہ جيئن انساني ضرورتون پوريون ٿي سگهن.

اسان کي پنهنجي ايندڙ نسل جي صحت کي سامهون رکي، توانائيءَ جي متبادل ذريعن تي تحقيق ڪرڻ گهرجي ۽ ان ۾ سيڙپ ڪرڻ گهرجي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. دنيا جو پهريون وولٽائي سيل ڪنهن ٺاهيو؟
2. بجلي اسان لاءِ ڇو ضروري آهي؟
3. ايڊيسن جي ڪهڙي ايجاد مشهور آهي؟
4. ڌرتيءَ جي گولي جو گرمي پد ڇو وڌي رهيو آهي؟
5. پاڪستان ۾ بجلي ڪهڙن ذريعن مان حاصل ڪئي وڃي ٿي؟
6. ٿرمل بجليءَ جا پلانٽ ڪٿي لڳايا ويا آهن؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لِکي جملن ۾ استعمال ڪريو:**

تصور، سائنسدان، توانائي، ورزش، ذريعو

(ج) هيٺ ڏنل جملن کي پڙهي صحيح تي (✓) ۽ غلط تي (x) نشان هڻو:

1. مشاهدن ۽ تجربن وسيلي ايجادون وڌنديون ويون. ( )
2. بينجمين فرئنڪلن پاٽيءَ جي وسيلي ثابت ڪيو ته ڪنوڻ دراصل بجلي آهي. ( )
3. جيرولامو ڪارڊانو هڪ ڊاڪٽر هو. ( )
4. بجلي انساني زندگيءَ ۾ ڪو به انقلاب نه آندو آهي. ( )
5. ٿامس ايڊيسن بلب ناهيو. ( )

(د) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| آسمان | |
| پاٽي | |
| شروع | |
| طاقتور | |
| زندگي | |

(هـ) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع لکو:

| لفظ | جمع | لفظ | جمع |
|---|---|---|---|
| مادو | | مشين | |
| تار | | ضرورت | |
| سگهارو | | علائقو | |

(و) توهان جي گهر ۾ بجليءَ تي هلندڙ ڪهڙيون شيون آهن، انهن مان ڪن به پنجن شين جا نالا ۽ ڪم ڪاپيءَ ۾ لکو.

سبق اٺون

# پاڪستان جا منظر

**سکيا جي حاصلات**

- پاڪستان جي تفريحي ماڳن بابت ڄاڻڻ
- خوبصورت منظرن مان لطف اندوز ٿيڻ
- لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ
- درست جواب چونڊڻ
- اعرابون بدلائي لفظن جون معنائون لکڻ
- تفريحي ماڳن بابت لکڻ

قدرت، پاڪستان کي هر قسم جي خوبصورتي عطا ڪئي آهي. هتي ريگستان، ڪوهستان، سرسبز شاداب ماٿريون، گرم ۽ سرد علائقا، جبل، ٻيلا، خوبصورت ڍنڍون، بيٽ ۽ سامونڊي ساحلن جا منظر ڏسڻ وٽان آهن. لکين سياح هر سال پاڪستان ايندا آهن. اسلام آباد، جيڪو پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ آهي. اُتي شڪر پڙيان، راول بند، دامن ڪوهه، فيصل مسجد جهڙيون دلڪش جايون سياحن جي ڌيان جو مرڪز آهن.

پاڪستان جي ڌار ڌار صوبن ۾ سير ۽ تفريح جا ماڳ ۽ مڪان هي آهن:

**بلوچستان:** ايراضيءَ جي لحاظ کان بلوچستان، پاڪستان جو سڀ کان وڏو صوبو آهي. هتي گوادر بندرگاهه، پسني ۽ سامونڊي ڪنارو، اورماڙا، ڪنڊ ملير، زيارت ۽ ڪوئيٽا شهر ۾ حنا ڍنڍ گهمڻ جي حوالي سان مشهور آهن.

**خيبر پختونخوا:** پاڪستان جي ٻين علائقن وانگر خيبر پختونخوا جي اترين علائقن ۾ ايرندي پاسي جا حسين منظر من کي موهي ٿا ڇڏين. هتي جي اترين علائقن جي وٽندڙ نظارن کي ڏسڻ لاءِ پري پري کان سياح ايندا آهن، جو تہ خيبر پختونخوا ۾ تاريخي

عمارتون، قديم آثار، خوبصورت جبل ۽ اهڙيون تہ سهڻيون واديون آهن، جو هي علائقو سياحن جو مرڪز بڻجي ويو آهي. ڪيلاش وادي هن علائقي جي اهم ترين گهمڻ جي جاءِ آهي. هتي جي ثقافت ڏسي سياح حيرت ۾ پئجي ويندا آهن. هن صوبي ۾ ڪمراٽ، ڪالام، ڪاغان، سوهن ندي، آنسو ڍنڍ، ڪنڊول ڍنڍ، پائي ڍنڍ، سرائي ڍنڍ، سيف الملوڪ نئشنل پارڪ، چترال نئشنل پارڪ، ناران ۽ تربيلا بند سياحن جي دلچسپيءَ جو سبب بڻيل آهن. ڪاغان واديءَ ۾ پاڪستان جي سيني ڪان اهم ۽ حسين ترين ڍنڍن مان سيف الملوڪ ڍنڍ سياحن کي پنهنجي دلڪش نظارن جي ڪري متاثر ڪندي رهي ٿي. جنهن هڪ ڀيرو هن ڍنڍ جو منظر ڏٺو هوندو، سو هن ڍنڍ کي هرگز وساري نہ سگهندو.

**پنجاب:** آباديءَ جي لحاظ کان پنجاب پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو صوبو آهي. هن صوبي کي پنجن درياهن جو گهر بہ چيو ويندو آهي. هتي گهمڻ جون ڪيترين ئي جايون آهن، انهن مان مينارِ پاڪستان، بادشاهي مسجد لاهور، شاهي قلعو، ڪوهہ مري، ڀوربن کي ڏسڻ لاءِ ماڻهو پري پري کان کهي تا اچن. پنجاب جي سڀ کان وڌيڪ اهم جاءِ ڪوهہ مري آهي. ڪوهہ مريءَ ۾ ايتري تہ برف پوي ٿي، جو اُتي گهمندڙ ٻارڙا ان جو نظارو ڏسڻ لاءِ سياري جو اتي پهچي هڪ ٻئي کي برف جا گِنڊا هڻي مزو وٺندا آهن.

**آزاد ڪشمير:** آزاد ڪشمير وارو علائقو پاڪستان جي اتر ۾ آهي. آزاد ڪشمير جي سرسبز ۽ شاداب منظرن کي ڏسي هن علائقي کي زمين جي جنت ڪوٺيو ويندو آهي. هتي جا ساوا ساوا جبل ۽ واديون جيڪڏهن هڪ دفعو ڏسو، اهڙا منظر اوهان جي ذهن ۽ دِل تان ڪڏهن ڪونہ لهندا. آزاد ڪشمير ۾ مظفرآباد شهر، ٻنجوسا ڍنڍ، منگلا بند، ميرپور شهر، منگلا ڍنڍ، راولاڪوٽ جا حسين ۽ جميل منظر سياحن لاءِ دلي سڪون جو سبب بڻجندا رهيا آهن.

**گلگت- بلتستان:** گلگت- بلتستان بہ هڪ خوبصورت جابلو علائقو آهي. هي علائقو ٽن طبعي ڀاڱن: هنزه، گلگت ۽ بلتستان تي مشتمل آهي. هنزه ڍنڍ، ڪڏهن ڪڏهن ٻوڏن جو سبب بڻجندي آهي. هن ڍنڍ جا نظارا تہ نهايت ئي دلڪش آهن. هن علائقي ۾ ڪيترين ئي جابلو چوٽيون آهن. دنيا جا ٽي بلند ترين جبل قراقرم، راڪاپوشي ۽ هندوڪش، گلگت- بلتستان جي سونهن ۾ اضافو ڪري رهيا آهن. دنيا جي ٻيو نمبر ڊگهي جابلو چوٽي کي. ٹُو بہ هن علائقي ۾ موجود آهي. ان کان سواءِ دنيا جا وڏا اهم گلئشيئر بہ

هتي آهن. اسڪردو، سدپاره ڍنڍ، ڪچورا ڍنڍ، زرپا ڍنڍ، ديوسائي نئشنل پارڪ، بلتورو گلئشيئر هتي جي سياحت ۽ سونهن لاءِ اهم آهن.

**سنڌ:** پاڪستان جو اهڙو صوبو آهي، جتي ٿر، اڇڙو ٿر، ڪوهستان، ڪچو، ڪاچو، سمنڊ، درياهه، جبل، جهرڻا، نئيون، سڀ ڪجهه موجود آهن.

**گورک هِل اسٽيشن:** گورک تي اهو نالو هڪ جوڳي سري گورک ناٿ جي نالي تان پيو آهي. گورک ڪراچيءَ کان 450 ڪلوميٽر اترندي پاسي دادو کان هڪ سؤ ڪلوميٽر اولهندي پاسي هڪ خوبصورت هِل اسٽيشن آهي. سطح سمنڊ کان 5688 فوٽ بلند هجڻ ڪري هتي گرميءَ جو پد 17 سينٽي گريڊ ۽ جنوريءَ ۾ منفي 5 ڊگري سينٽي گريڊ هوندو آهي. هتي مٺي پاڻيءَ جا چشما ۽ آبشار موجود آهن. خوبصورت منظر، ماحول ۽ هوا جي حوالي سان هن کي 'سنڌ جي ڪوهه مري' چيو ويندو آهي. گورک هِل اسٽيشن کي جيڪڏهن وڌيڪ ترقي ڏياري وڃي ته مقامي سياحت وڌي سگهي ٿي.

سنڌ ۾ ٿر وارو ريگستاني علائقو برساتن کان پوءِ جنهن گهميو هوندو، ان سمجهو ته سئيزرلينڊ ڏٺو. ٿر ۾ ڪارونجهر جبل، ننگرپارڪر شهر، ڪاسٻو، پوڏيسر، ڏيپلو ۽ مٺي شهر ڏسڻ وٽان آهن. هتي واريءَ جا وڏا دڙا يعني 'ڀِٽون' آهن. جڏهن مينهن وسندو آهي، ته ٿر جا ماڻهو بئراجي علائقن مان لڏا واپس ڪٽي پنهنجي اباڻن ڪکن ڏانهن موٽندا آهن. مينهن ۾ ٿر جي سونهن ۽ سوڀيا جو ڪو ڇيهه ئي ناهي. ايڏا ته دلفريب منظر ڏسبا آهن، جو اکين کي راحت پيئي ايندي آهي.

ٺٽي جي ويجهو ڪينجهر ڍنڍ جو نظارو به سياحن جي دلچسپيءَ جو سبب بڻجندو رهيو آهي. ڪينجهر ڍنڍ ۾ نوريءَ جي مزار آهي. 'نوري ڄام تماچيءَ' جو لوڪ داستان، سنڌ ۾ گهڻو مشهور آهي. هن داستان کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه پنهنجي رسالي جي سر 'ڪاموڏ'۾ ڳايو آهي. ڪينجهر ڍنڍ تي ڪراچي، حيدرآباد سميت سڄيءَ سنڌ جا سوين ماڻهو سير ۽ تفريح لاءِ ايندا رهندا آهن.

سنڌ کي هڪ خوبصورت سامونڊي پٽي آهي. ان ڪري ڪراچي شهر ۾ منهوڙو، سي. وِيو، ڪلفٽن، هاڪس بَي تي اهڙيون خوبصورت جايون آهن، جتي سياحن جي اچ وڃ سڄو سال جاري رهندي آهي. ان کان سواءِ ڪراچيءَ ۾ قائداعظم جي مزار، هر عام ۽ خاص جي ڏسڻ جو مرڪز رهي آهي.

مطلب ته پاڪستان جي ڪُنڊ ڪُڙڇ قدرتي نعمتن ۽ خوبصورت نظارن سان مالامال آهي. اسان جو ملڪ دنيا جي خوبصورت ملڪن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. اسلام آباد ۾ ڪهڙيون جايون ڏسڻ وٽان آهن؟
2. اورماڙو، سمنڊ ڪنارو ڪهڙي صوبي ۾ آهي؟
3. سياح، سيف الملوڪ ڍنڍ ڏسڻ چو ويندا آهن؟
4. پنجاب ۾ سڀ کان اهم گهمڻ جي جاءِ ڪهڙي آهي؟
5. هنزه ڍنڍ ڪهڙي صوبي ۾ آهي؟
6. سنڌ ۾ سير تفريح جون ڪهڙيون ڪهڙيون جايون آهن؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي، انهن جا جملا ٺاهيو:**

عطا، واديون، ڪهي اچڻ، گلئشيئر، اهجاڻ

**(ج) دُرست جواب تي (✓) جو نشان لڳايو:**

1. پاڪستان جو ايراضيءَ جي لحاظ کان وڏي ۾ وڏو صوبو آهي.

   (سنڌ، خيبرپختونخوا، بلوچستان، پنجاب)

2. خيبر پختونخوا جي اهم ترين گهمڻ جي جاءِ آهي.

   (نيلم وادي، ڪيلاش وادي، سوات وادي، سون وادي)

3. پاڪستان جو آباديءَ جي لحاظ کان وڏي ۾ وڏو صوبو آهي .

   (خيبر پختونخوا، بلوچستان، پنجاب، سنڌ)

4. دنيا جي ٻيو نمبر ڏگهي جابلو چوٽي ڪي-ٽُو ۾ موجود آهي.

   (سنڌ، پنجاب، بلوچستان، گلگت- بلتستان)

5. گورک هِل استيشن صوبي ۾ آهي.

   (پنجاب، سنڌ، بلوچستان، خيبر پختونخوا)

**(د) هيٺ ڏنل لفظن تي اعرابون لڳائي لفظن جون ڌار ڌار معنائون لکو:**

سڪ، پٽ، ڏک، سر، پر، سار، پت.

**سرگرمي:** توهان پاڪستان جو ڪو تفريح گاهه گهميو هجي، ته ان جو احوال لکو.

**سکيا جي حاصلات**

- سنڌ جي مشاهيرن بابت ڄاڻڻ
- شهيد الھ بخش جي سياسي ۽ سماجي ڪمن کان آگاھ ڪرڻ
- مناسب لفظن سان خال ڀرڻ
- لفظن تي اعرابون لڳائڻ
- مختصر نوٽ لکڻ

### سبق نائون

# شهيد الھ بخش سومرو

الھ بخش سومرو، 1900ع ڌاري، اتر سنڌ جي مشهور شهر شڪارپور ۾ ڄائو هو. شڪارپور جو هينئر اهو اوج ڪونهي، پر ڪنهن زماني ۾ هي شهر علم، هنر ۽ واپار ۾ ديسان ديس مشهور هو. الھ بخش سومري پنهنجي اباڻي شهر ۾ سنڌي، انگريزي، فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم ورتي. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کانپوءِ تعليم ڇڏي، هو پنهنجي پيءُ سان گڏ ٺيڪيداري ۽ زمينداريءَ جو ڪم ڪرڻ لڳو. سندس سُٺي سڀاءُ جي ڪري انگريز انجنيئر ڪيس ڏاڍو پائيندا هئا. پاڻ سخي مڙس هو. محتاجن، بيمارن، يتيمن، بيوھ عورتن، شاگردن ۽ علمي ادارن جي وڏيءَ دل سان مدد ڪندو هو. انهن ڳالهين ڪري شڪارپور ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ سنت ئي سندس نالو مشهور ٿي ويو.

هو 1926ع ۾، ممبئي ڪائونسل جو ميمبر چونڊجي ويو. ان زماني ۾ سنڌ ممبئيءَ سان گڏيل هئي، پر سنڌ جي ماڻهن پاران هلچل هلائڻ ڪري آخرڪار 1936ع ۾، سنڌ ممبئيءَ کان جدا صوبو ٿيو. الھ بخش سومرو اهو سارو عرصو ممبئي ڪائونسل جو ميمبر رهيو. 1938ع ۾ هو سنڌ جو وڏو وزير ٿيو. وزيراعليٰ ٿيڻ کانپوءِ هن سنڌ جي سڌاري لاءِ ڪيترائي ڪم ڪيا. جهڙوڪ: سکر جي واهن جو انتظام سڌارڻ، سنڌ صوبي جو خرچ گهٽائڻ، پاڻ گهٽ پگهار کڻڻ، عام ماڻهن تي ڏنڊ نه وجهڻ، اعزازي

مئجسٽريٽن کي ختم ڪرڻ، لوڪل بورڊ ۾ تاقيل ميمبرن کي ختم ڪرڻ، سنڌ جي ماسترن جا پگهار وڌائڻ، مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي واپس سنڌ ۾ آڻڻ ۽ سنڌ فرنٽيئر ريگوليشن کي ختم ڪرڻ وغيره. 1939ع سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر ڌاري سنڌ ۾ سکر جي مسجد منزل گاهہ تان هندو مسلم چڪتاڻ پيدا ٿي، ڪيس ڪجهہ وقت لاءِ وزارت تان هٽڻو پيو، پر ستت ئي پنهنجي سربراهيءَ هيٺ وزارت ناهڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

آزاديءَ جي هلچل دوران، اپريل 1940ع ۾، قوم پرست مسلمان اڳواڻن دهليءَ ۾ هڪ وڏي ڪانفرنس ڪوٺائي، جنهن جي صدارت الهہ بخش سومري ڪئي. انهيءَ ڪانفرنس تي 'آزاد ڪانفرنس' جو نالو پيو. ان ۾ هندستان جا سمورا مسلمان اڳواڻ شريڪ ٿيا. اهڙيءَ طرح سندس نالو سڄي هندستان ۾ مشهور ٿي ويو. ان بعد هن انگريز سرڪار جي سخت رويي سبب، برطانوي سرڪار کان مليل 'خان بهادر' ۽ 'O.B.E' (آرڊر آف برٽش اِمپائر) جا لقب، انگريز وائسراءِ کي خط لکي واپس ڪيا. خط ۾ ڄاڻايائين تہ، "اهو منهنجو پڪو رايو آهي تہ اسين آزاديءَ جو حق رکون ٿا، پر انگريز سرڪار جي بيانن ۽ ڪارروائين مان ثابت ٿي رهيو آهي تہ اها هتان جي مختلف سياسي پارٽين کي پاڻ ۾ نهڻ نہ ٿي ڏئي ۽ ملڪ تي پنهنجو قبضو قائم رکڻ گهري ٿي. انگلستان جي وزيراعظم جي تقرير نااميدي پيدا ڪئي آهي. ان ڪري اهڙي سرڪار جا ڏنل لقب آءٌ پاڻ وٽ رکي نٿو سگهان ۽ واپس ڪريان ٿو." ان خط تي انگريز سرڪار مٿس ناراض ٿي پئي ۽ ڪيس وزارت اعليٰ تان هٽائي ڇڏيائون. الهہ بخش سومري تي ان ڳالهہ جو ڪو بہ اثر نہ پيو. پاڻ هميشہ جيان ڏکئي وقت ۾ سنڌ جي ماڻهن سان گڏ رهيو ۽ سندن خدمت ڪرڻ ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏيائين.

1930ع ۾، سنڌ جي ڪن شهرن ۾ ڪالرا جي بيماريءَ مُنهن ڪڍيو. ان ۾ سندس ڪيل خدمتون وسارڻ جوڳيون نہ آهن، انهيءَ سال سنڌ ۾ وڏي ٻوڏ بہ آئي. هن پنهنجو لکن جو بينل فصل ٻوڙائي ڇڏيو، پر شڪارپور شهر کي ٻڏڻ نہ ڏنو.

الهہ بخش سومرو هڪ بااصول ۽ سباجهي طبيعت وارو شخص هو. سنڌ جي

وزارت اعليٰ جي عهدي تي چار سال رهيو، پر تڏهن بہ پنهنجي غريب سياسي رفيقن سان برابريءَ وارو ورتاءُ رکيائين. ايتري تائين جو پاڻ کين هٿ ڏوئاري مانيءِ کارائيندو هو. سندس سخاوت ۽ سورهيائي هر هنڌ مشهور آهي. هو پنهنجي مخالفن کي بہ پيار سان پنهنجو ڪرڻ چاهيندو هو. سندس اهي ڳالهيون، سياسي مخالفن کي نہ وڻيون ۽ اهي وجهہ وٺي سازشون سٽڻ لڳا.

14 مئي 1943ع تي، صبح جو سويل هو شڪارپور شهر ۾ ٽانگي تي سوار ٿي پنهنجي گهر اچي رهيو هو، تہ سندس ڪن مخالفن مٿس پستول جا سڌا فائر ڪري کيس شهيد ڪري ڇڏيو. اها ڳالهہ جهنگ جي باهہ وانگر سڄي سنڌ ۾ پکڙجي وئي. سڄي شهر ۾ ڪهرام مچي ويو. ماڻهو اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳا. کيس آلين اکين سان پنهنجي اباڻي قبرستان، شڪارپور جي ڳوٺ ”پنج پير“ ۾ دفنايو ويو. شهيد الهہ بخش سومرو اڄ اسان وٽ موجود نہ آهي، پر سندس ڪيل خدمتون هميشہ ياد رهنديون.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. شهيد الهہ بخش سومرو ڪٿي ۽ ڪهڙي سال ۾ ڄائو؟
2. شهيد الهہ بخش سومري سنڌ جي وڏي وزير ٿيڻ بعد ڪهڙا ڪم ڪيا؟
3. دهليءَ واري آزاد ڪانفرنس جي صدارت ڪنهن ڪئي؟
4. شهيد الهہ بخش سومري پنهنجا لقب ڇو واپس ڪيا؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ستت | | |
| ديسان ديس | | |
| عرصو | | |
| ورتاءُ | | |
| سُورهيائي | | |

(ج) هيٺ ڏنل لفظن تي اعرابون (زيرون_ زبرون- پيش) ڏيو:

ناراض، غريب، سوار، اصول، رفيق

(د) هيٺ ڏنل خال پريو:

1. الهه بخش سومرو 1900ع ڌاري اُتر سنڌ جي مشهور شهر ........... ۾ ڄائو هو.
2. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ تعليم ڇڏي هو پنهنجي ................ سان گڏ نيڪيداري ۽ زمينداريءَ جو ڪم ڪرڻ لڳو.
3. پاڻ سخي مڙس هو. محتاجن، بيمارن، يتيمن، بيوهه عورتن، شاگردن ۽ .................................... جي وڏيءَ دل سان مدد ڪندو هو.
4. 1930ع ۾ سنڌ جي ڪن شهرن ۾ ................................ جي بيماريءَ مُنهن ڪڍيو. ان ۾ سندس ڪيل ..................... وسارڻ جوڳيون نہ آهن.
5. 1938ع ۾ هو سنڌ جو ............................ ٿيو.

سرگرمي: شهيد الهه بخش سومري کان سواءِ ڪن بہ ٻن شخصيتن جي سماجي خدمتن تي مختصر نوٽ لکو.

**سکيا جي حاصلات**

- وطن جي حب جو جذبو پيدا ٿيڻ
- شعر جو مطلب سمجهڻ
- نظم سُر ۾ لئه ۾ پڙهڻ
- شعر جون سِٽون مڪمل ڪرڻ

سبق ڏهون

# وطن جي حُب

حُب وطن جو سر ۾، هر دم خمار آهي،
خاڪِ وطن تان منهنجي، هيءَ جان نثار آهي،
هن پار جي خزان پڻ، گويا بَهار آهي،
هيءُ بيت هر زبان تي، ليل و نهار آهي:
بلبل کي گل پيارو، گل کي چمن پيارو،
آهي مگر اسان کي، پنهنجو وطن پيارو!

هن ملڪ ۾ رهڻ ٿا، راههِ ثواب سمجهون،
هر چيز هن زمين جي، ٿا لاجواب سمجهون،
هر خار ٿا وطن جو، مثلِ گلاب سمجهون،
هيءُ ورد روز شب ٿا، ڪارِ ثواب سمجهون،
بلبل کي گل پيارو، گل کي چمن پيارو،
آهي مگر اسان کي، پنهنجو وطن پيارو!

غربت سندي وطن تان، قربان سپ خزانو،
آباد رک الاهي! سُک سان غريب خانو،
پکين کي پڻ وٽي ٿو، پنهنجو ئي آشيانو،
۽ شاد ٿي پڙهون سڀ، شب روز هي ترانو:
بلبل کي گل پيارو، گل کي چمن پيارو،
آهي مگر اسان کي، پنهنجو وطن پيارو!

ٿي ختم اي "نظامي" جنهن ديس ۾ جواني،
تنهن جي قبول آهي، سستائي يا گراني،
حُبِ وطن ۾ آهي، ايمانَ جي نشاني،
سڀ ياد دل سان ڪريون، هيءُ بيت بر زباني:
بلبل کي گل پيارو، گل کي چمن پيارو،
آهي مگر اسان کي، پنهنجو وطن پيارو!

غلام احمد نظامي

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. شاعر کي وطن جون ڪهڙيون شيون وڻن ٿيون؟
2. شاعر ايمان جي نشاني ڇا کي سڏيو آهي؟
3. هن نظم ۾ شاعر ملڪ جي ڪهڙين شين جو ذڪر ڪيو آهي؟
4. شاعر پنهنجي وطن جي خار کي ڇا ٿو سمجهي؟
5. وطن جي حُب وارا اهڙا ٻيا ٻه ڪي بيت ٻڌايو؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

خمار، نثار، ليل، خار، ورد، آشيانو، ترانو

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:**

بهار، گل، شب، ثواب، غريب، جواني

**(د) لفظن جا واحد جمع ڄاڻايو:**

پيارو، نشانيون، بهار، قربانيون، ڪٺ، اکيون

**(هه) هيٺ ڏنل شعر جون سٽون مڪمل ڪريو:**

- هن ملڪ ۾ رهڻ ٿا، راهِ ثواب سمجهون،
  ..................................، ٿا لاجواب سمجهون،
  هر خار ٿا وطن جو،..................................،
  ..................................، ڪارِ ثواب سمجهون،
  بلبل کي گل پيارو، گل کي چمن پيارو،
  آهي مگر اسان کي، ..................................!

**(و) هن نظم جي آخري بند جو مطلب سمجهايو.**

**ياد رکو ته:**

غلام احمد نظامي، لاڙڪاڻي ۾ ڄائو هو. هُو سنڌي ٻوليءَ جو سُٺو شاعر ٿي گذريو آهي. ’بياضِ نظامي‘ ۽ ’رياضِ نظامي‘ سندس شاعريءَ جا ڪتاب آهن.

سکيا جي حاصلات

- شهري بچاءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ
- شهري بچاءَ جي سکيا جي اهميت سمجهڻ
- رضاڪاراڻي خدمت جو جذبو پيدا ٿيڻ
- نوان لفظ سکي جملن ۾ ڪم آڻڻ
- خط لکڻ

سبق يارهون

# شهري بچاءَ جي سکيا

اڳئين زماني ۾ شهري بچاءَ لاءِ قلعا ٺهرايا ويندا هئا. دشمن کي روڪڻ لاءِ قلعن جي ٻاهران کاهيون کوٽايون وينديون هيون. پر اڄ قصو ئي مختلف آهي. اڄ دنيا کي سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي دنيا سڏيو وڃي ٿو. هن دور ۾ انسانن اهڙيون سائنسي ايجادون ڪيون آهن، جن مان انسان ذات کي تمام گهڻو فائدو رسيو آهي. ساڳئي وقت کي اهڙيون شيون به وجود ۾ آيون آهن، جي هڪ ئي پل ۾، دنيا جي وڏي حصي کي تباهه ۽ برباد ڪري سگهن ٿيون. اهڙي قسم جي ايجادن ۾ راڪيٽ، ائٽم بم، هئڊروجن بم، نيپام بم ۽ ميزائل وغيره اچي وڃن ٿا. جن جي استعمال سان اک ڇنڀ ۾ شهرن جا شهر ناس ٿيو وڃن ۽ هزارين ماڻهو مريو وڃن. انهيءَ ڪري اڄ نه اهي قلعا بچاءَ ڪري سگهن ٿا ۽ نه وري کاهيون ڪارگر ٿي سگهن ٿيون. انسانن، اهي

خطرناڪ هٿيار ۽ اوزار هڪٻئي تي بي اعتماديءَ سبب ٺاهيا آهن. هر ماڻهوءَ کي جڳائي تہ هو پنهنجي ملڪ ۽ شهر جي بچاءَ لاءِ ضروري سکيا حاصل ڪري، پاڻ کي وطن جو ڪارگر شهري ثابت ڪري ۽ ضرورت وقت جنگ توڙي امن جي حالت ۾ ملڪ ۽ ماڻهن جي خدمت سرانجام ڏئي. شهرين طرفان پنهنجو بچاءُ پاڻ ڪرڻ ۽ ساڳئي وقت فوج جي ممڪن مدد ڪرڻ کي سول ڊفينس يا 'شهري بچاءُ' سڏيو وڃي ٿو.

هاڻوڪي دَور ۾ شهري بچاءَ جون تنظيمون، هر هڪ ملڪ ۾ قائم ٿي چڪيون آهن. هي ضرورت وقت پنهنجو فرض ادا ڪنديون رهن ٿيون. اهڙي قسم جي سول ڊفينس تنظيم ٽن مکيہ ڀاڱن ۾ ورهايل هوندي آهي:

**خبردار ڪندڙ عملو:** هيءُ عملو شهرين کي هوائي حملي وقت گهُگهوءَ ذريعي اطلاع ڏيندو آهي. جنگ دوران بلئڪ آئوٽ ڪرائيندو آهي. بلئڪ آئوٽ جي معنيٰ روشني نہ ڪرڻ. اهو عملو شهر جي مکيہ جاين کي ميرانجهڙو رنگ ڏياري ڇڏيندو آهي. انهيءَ لاءِ تہ جيئن رات جي وقت، دشمن جي هوائي جهازن کي اهي جايون ڏسڻ ۾ نہ اچن. انهيءَ کان سواءِ هيءُ عملو هوائي حملي کان بچاءَ لاءِ خندقون يا کاهيون پڻ کوٽائي ٿو، جتي ماڻهو خطري وقت وڃي پناهہ وٺندا آهن.

هن عملي طرفان عوام کي هدايتون ڏنيون وينديون آهن، تہ جيئن جنگ جي وقت پنهنجو حوصلو بلند رکن؛ افواهن تي ڪن نہ ڏين ۽ حڪومت سان پورو پورو ساٿ ڏين. خطري جي سائرن وڄڻ سان مڪمل بلئڪ آئوٽ ڪري ڇڏين ۽ يڪدم ڪنهن تهہ خاني يا کوٽيل کاهيءَ ۾ وڃي پناهہ وٺن؛ پر جيڪڏهن تهہ خانا ۽ کاهيون موجود نہ هجن تہ پوءِ کليل ميدان تي ٻاهر نڪري، مُنهن پر سمهي رهن ۽ ڏندن جي وچ ۾ ڪپڙو جهلين.

**امداد ڪندڙ عملو:** جڏهن دشمن جي حملي سبب ڪن جاين کي نقصان رسندو آهي، يا ڪي قدرتي آفتون اچي نازل ٿينديون آهن، تہ هيءُ عملو تحرڪ ۾ اچي ويندو آهي.

مثلاً: ملڪ ۾ ڪا ٻوڏ اچي وئي، تہ هيءُ عملو انهن ايراضين ۾ وڃي، ماڻهن کي پاڻيءَ مان ڪڍڻ ۽ سندن رهائش ۽ خوراڪ جو پورو پورو انتظام ڪندو آهي. شهر ۾ ڪٿي ڪا جاءِ ڪِري پوندي آهي، تہ بہ هيءُ عملو يڪدم اتي پهچي لاش وغيره ڪڍائيندو آهي ۽ جيڪي زخمي هوندا آهن، تن کي علاج لاءِ اسپتال پهچائيندو آهي. ڪٿي ڪا باهہ لڳندي آهي تہ يڪدم اتي پهچي ان کي وسائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. مطلب تہ سول ڊفينس جو هيءُ عملو هر قسم جا امدادي ڪم سرانجام ڏيندو آهي.

**خلق جي خدمت ڪندڙ عملو:** هوائي حملي يا ٻئي ڪنهن بہ حادثي ۾ فوت ٿيل لاوارث ماڻهن جي ڪفن دفن جو بندوبست هيءُ عملو ڪندو آهي. جيڪڏهن گهٽيون يا رستا بند ٿي ويندا آهن تہ انهن کي صاف ڪري، اچ وڃ جي لائق بنائڻ بہ هن جو ئي ڪم هوندو آهي. هوائي حملي بعد ماڻهن ۾ پريشاني زيادهہ ٿي پوندي آهي ۽ هو صحيح خبرچار ملڻ لاءِ آتا هوندا آهن. هيءُ عملو اهڙا مرڪز کولي ڇڏيندو آهي، جيڪي عوام کي پوري، ۽ صحيح خبر پهچائيندا رهندا آهن. انهيءَ کان سواءِ بجلي، پاڻي يا گئس وغيره ۾ ڪو بہ نقص پيدا ٿي پوندو آهي، تہ انهيءَ کي هڪدم بحال ڪرڻ لاءِ بہ هيءُ عملو قدم کڻندو آهي.

شهري بچاءَ واري عملي کان سواءِ شهرين مان رضاڪار ڀرتي ڪري انهن کي پوليس جي ٽريننگ ڏني ويندي آهي. اهڙا رضاڪار رِزَروڊ پوليس (Reserved Police) جو ڪم ڏيندا آهن. ڇاڪاڻ تہ جنگ دوران ڪڏهن اهڙيون حالتون بہ پيدا ٿينديون آهن، جو پوليس کي جنگي محاذ تي گهرايو ويندو آهي. اهڙيءَ صورت ۾ شهر جي حفاظت لاءِ انهن رضاڪارن کان ڪم ورتو ويندو آهي.

مطلب تہ هنگامي حالت کي منهن ڏيڻ لاءِ سول ڊفينس يعني شهري بچاءَ جي سکيا تمام ضروري آهي. اسان کي گهرجي تہ اسين سڀ اهڙي سکيا وٺي ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪريون.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. اڳئين زماني ۾ شهري بچاءَ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ ورتا ويندا هئا؟
2. هوائي حملي وقت بچاءُ ڪيئن ڪجي؟
3. سول ڊفينس جي عملي جا ڪهڙا ڪم آهن؟
4. رضاڪار عملي جو ڪهڙو ڪم آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

بچاءَ، خندق، رضاڪار، بلئڪ آئوٽ، بحال

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:**

جنگ، اختلاف، برباد، ضروري، نقصان

**(د) هيٺ ڏنل خال ڀريو:**

1. سول ڊفينس جو هي عملو هر قسم جا .................... ڪم سرانجام ڏيندو آهي.
2. خطري جي سائرن وڄڻ سان مڪمل .................... ڪبي آهي.
3. شهر جي حفاظت لاءِ.................... ڪان ڪم ورتو ويندو آهي.
4. ڪٿي ڪا باهه لڳندي آهي تہ يڪدم اتي پهچي، ان جي .................... جي ڪوشش ڪندو آهي.

**(هہ) هيٺ ڏنل جملن مان فعل متعدي معروف ۽ متعدي مجهول جدا ڪريو:**

1. ڪتاب پريس ۾ ڇپيو ويو.
2. ڪتاب ڇپجي ٿو.
3. شاهه جو ميلو ڏسبو.
4. ڪالهہ ماني ڪاڍي وئي.
5. سياڻي خط لکبو.

**(و) پنهنجي دوست ڏانهن خط لکي ڪيس شهري بچاءَ بابت ڄاڻ ڏيو.**

سبق ٻارهون

# هاڪي راند

**سکيا جي حاصلات**

- پاڪستان جي قومي راند بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ
- راندين جي اهميت سمجهڻ
- راند جي فائدن کي سماجي زندگيءَ سان لاڳو ڪرڻ
- درست جواب چونڊڻ
- صحيح ۽ غلط جي پرک ڪرڻ

راندين جو انساني زندگيءَ سان نهايت ويجهو لاڳاپو آهي. رانديون جسماني صحت بهتر ڪرڻ سان گڏ ذهني اوسر، فڪر ۽ فهم تي وڏو اثر ڪن ٿيون.

زنده رهڻ لاءِ صحت جي ضرورت آهي تہ وري صحت برقرار رکڻ لاءِ چرپر، ورزش يا ڪثرت ضروري آهي. ان لاءِ آسان ۽ وڻندڙ ذريعو رانديون آهن. راند جسماني صحت ۽ ذهني اوسر لاءِ ايتري ضروري آهي، جيترو کاڌو، پاڻي ۽ آڪسيجن وغيره.

راندين جو ذڪر اچي ٿو تہ خيال ۾ هڪدم عوام ۾ مقبول رانديون اڏو اچن ٿيون. اهڙين راندين ۾ ڪرڪيٽ، فوٽ بال ۽ هاڪي شمار ڪيون وڃن ٿيون. اسان هتي هاڪيءَ جو ذڪر ڪريون ٿا.

هاڪي پاڪستان جي قومي راند آهي. هن راند جي تاريخ نهايت ئي آڳاٽي آهي. هيءَ راند، ايران وارن شروع ڪئي هئي، اتان يورپ پهتي. فرانس، يورپ جو پهريون

ملڪ آهي، جتي هاڪي کيڏي وئي. اتان انگلستان ۾ رائج ٿي. اهڙيءَ ريت انگريزن ارڙهين صديءَ جي ابتدا ۾ ننڍي کنڊ ۾ هن راند کي متعارف ڪرايو. اڳتي هلي هي راند پاڪستان جي هڪ پسنديده راند بڻجي وئي.

هاڪي راند کي پهريون ڀيرو سن 1908ع ۾، اولمپڪس ۾ شامل ڪيو ويو. ابتدا ۾ برطانيا وٽ چيمپيئن شپ رهي، پر 1928ع ۾ هندستان جي ٽيم هالينڊ جي شهر ايمسٽرڊم ۾ ٿيل راند ۾ سونو ٻلو کٽي 1940ع، تائين اهو اعزاز پاڻ وٽ رکيو.

پاڪستان ۾ هاڪي ٽيم پهريون ڀيرو 1948ع ۾، بين الاقوامي مقابلن ۾ شريڪ ٿي هئي. اهڙيءَ ريت ملڪي ۽ بين الاقوامي مقابلن ۾ هاڪي ٽيم کيڏندي رهي آهي. پاڪستان جي هاڪي ٽيم ٻه ڀيرا 1962ع ۽ 1989ع ۾ ٻه سونو ٻلو کٽي آئي. اهڙيءَ طرح هيءَ ٽيم ملڪي ۽ غير ملڪي سطح تي ڪاميابيون حاصل ڪندي رهي آهي. اصلاح الدين، منور زمان، منور جونيئر، رشيد جونيئر، سميع الله، شهناز شيخ، اختر رسول، حسن سردار ۽ قاسم ضيا پاڪستاني رانديگرن ۾ نمايان رهيا آهن.

هاڪي راند جي جوڙجڪ، قانون ۽ ضابطا هن ريت آهن:

هاڪي راند ٻن ٽيمن جي وچ ۾ کيڏي ويندي آهي. هر ٽيم ۾ يارهن يارهن رانديگر ٿين ٿا. انهن جون جايون يا پوزيشن هن نموني هوندي آهي.

گول ڪيپر، ليفٽ فل بئڪ، رائٽ فل بئڪ، رائٽ هاف، سينٽر هاف، ليفٽ هاف، رائٽ آئوٽ، رائٽ اِن، سينٽر فارورڊ، ليفٽ آئوٽ، ليفٽ اِن.

1900ع ۾، انٽرنئشنل هاڪي بورڊ نالي سان هڪ ادارو قائم ڪيو ويو. ان اداري راند جا قاعدا ۽ ضابطا تيار ڪيا. راند جي نگراني ٻه اهڙا ماڻهو ڪندا، جيڪي راند جي قاعدن ۽ ضابطن بابت پوري ڄاڻ رکندا هجن. جن کي ريفري ڪوٺبو آهي. شروعات ۾ انهن کي محدود اختيار ڏنا ويا، پر آهستي آهستي انهن جا اختيار وڌندا رهيا آهن.

ريفريءَ جي ذميواري هوندي آهي ته غلطيءَ ڪرڻ جي صورت ۾ ان رانديگر کي تنبيهه ڪري. جيڪڏهن ساڳيو رانديگر ٻيو ڀيرو ڄاڻي واڻي ڪا غلطي ڪري، يا

ڪانئس ڪا وڏي چُڪ ٿي وڃي تہ ريفري ان رانديگر کي ٿوري وقت لاءِ ميدان کان ٻاهر موڪلي سگهي ٿو. وڏي ۽ معاف نہ ڪرڻ جهڙي غلطيءَ تي هو مئچ مان ئي ٻاهر ڪري سگهي ٿو.

هاڪيءَ جي ميدان جي ڊيگهہ هڪ سَو سٺ ميٽر ۽ ويڪر سَو ميٽر هوندي آهي. ميدان جي مختلف حصن کي ان سينٽي ميٽر جي ويڪري پٽيءَ سان نمايان ڪيو ويندو آهي. گول پوسٽ جي ويڪر 3.6 ميٽر ۽ ڊيگهہ 2.1 ميٽر هوندي آهي. گول پوسٽ جو سامهون وارو پاسو کليل هوندو آهي. جڏهن تہ ٻيا پاسا مضبوط ڄاريءَ سان بند هوندا آهن. رانديگرن ۾ صرف گول ڪيپر کي ٽنگن تي پيڊ ٻڌڻ ۽ هٿن تي دستانا ۽ مٿي تي هيلميٽ پائڻ جي اجازت هوندي آهي. رانديگر راند کيڏڻ جي جيڪا اِسٽڪ استعمال ڪندا آهن، ان جو وزن ارڙهن کان ايڪيهہ آئونس هوندو آهي. هاڪيءَ جي بال جو رنگ اڇو هوندو آهي. هاڪيءَ جي راند ٻن وقفن تي مشتمل هوندي آهي. هر وقفي جو ٽائيم پنجٽيهہ منٽ هوندو آهي. هڪ ميچ کيڏڻ جي دوران هڪ ٽيم کي وڌ ۾ وڌ چار رانديگر تبديل ڪرڻ جي اجازت هوندي آهي.

پاڪستان ۾ هاڪي راند، ايشيائي طرز تي کيڏي ويندي هئي. ان طريقي مطابق رانديگر هڪ ٻئي کي ننڍا ننڍا پاس ڏيندا هئا ۽ تيزيءَ سان رانديگرن وچان بال ڊوڙائي ٻيءَ ڌُر جي گول تي حملو ڪندا هئا. اها راند قدرتي گاهہ يعني چِٻر تي کيڏبي هئي. اهڙي نموني راند يورپي ملڪن جي رانديگرن لاءِ ڏکيائيءَ جو باعث هئي. ان ڪري ايشيائي اسٽائيل واري راند کي ناڪام ڪرڻ لاءِ يورپي ٽيمن راند جا قاعدا ۽ ضابطا تبديل ڪرايا ۽ قدرتي گاهہ بدران مصنوعي گاهہ يعني اسٽروٽرف يا پولي ٽرف تي کيڏڻ شروع ڪري ڇڏيو. نتيجي طور ايشيا جي هاڪيءَ کي وڏو نقصان پهتو. ۽ هن وقت ايشيائي هاڪيءَ جا رانديگر نئين نموني جي هاڪي، نون قاعدن ۽ ضابطن تي کيڏڻ لاءِ پرعزم آهن.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. پاڪستان جي قومي راند ڪهڙي آهي؟
2. هاڪي راند ۾ رانديگرن جو تعداد ڪيترو هوندو آهي؟
3. راند جي قاعدن قانونن مان ڪهڙي سکيا ملي ٿي؟
4. راندين مان ڪهڙا فائدا ٿين ٿا؟
5. يورپي ٽيمن هاڪي راند جا قاعدا قانون ڇو بدلايا؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| شمار | | |
| آڳاٽي | | |
| ابتدا | | |
| ضابطو | | |
| تنبيهه | | |
| جوڙجڪ | | |

**(ج) درست جواب تي (✓) نشان لڳايو:**

1. هاڪي راند جي شروعات ملڪ ڪان ٿي.

(يونان، هاليند، انگلئنڊ، ايران)

2. هاڪي راند کي اولمپڪس ۾ شامل ڪيو ويو.

(1890ع، 1902ع، 1912ع، 1908ع)

3. هاڪي راند کيڏڻ لاءِ مصنوعي گاهه سان تيار ڪيل گرائونڊ تي وڇايل هوندو آهي.

(ڪارپيٽ، سيمينٽ، آسٽروٽرف، ڇپر)

4. پاڪستان جي هاڪي ٽيم پهريون ڀيرو بين الاقوامي مقابلن ۾ شريڪ ٿي.

(1931ع ۾، 1948ع ۾، 1956ع ۾، 1967ع ۾)

5. هڪ مئچ ۾ ٽيم وڌ ۾ وڌ رانديگر تبديل ڪري سگهي ٿي.

(ٻه، چار، پنج، ڇهه)

6. هاڪي راند ۾ رانديگرن جو تعداد هوندو آهي.

(اٺ، نو، ڏهه، يارهن)

**(د) غلط يا صحيح تي (✓) نشان لڳايو:**

1. هاڪي راند ننڍي کنڊ پاڪ و هند ۾ ارڙهين صديءَ ۾ شروع ٿي. (ها/ نه)
2. يورپ جو پهريون ملڪ هالينڊ آهي، جتي هاڪي راند شروع ٿي. (ها/ نه)
3. هاڪيءَ جو پهريون چيمپيئن ملڪ جرمني آهي. (ها/ نه)
4. پاڪستان هاڪي جي بين الاقوامي مقابلن ۾ 1945ع کان شرڪت شروع ڪئي. (ها/ نه)
5. انٽرنئشنل هاڪي بورڊ 1960ع ۾ قائم ڪيو ويو. (ها/ نه)

**(هه) هاڪي راند ۾ رانديگرن جي پوزيشن جا نالا لکو:**

**(و) هيٺ ڏنل لفظن جي وضاحت ڪريو.**

- پاس
- گول
- ريفري
- چيمپيئن شپ

**(ز) هاڪي راند جي پنجن مشهور پاڪستاني رانديگرن جا نالا لکو.**

**سکيا جي حاصلات**

- مثالي شاگرد بابت ڄاڻڻ
- لفظن جي معنيٰ لکي جملا ناهڻ
- لفظن جا ضد لکڻ
- جملن جا خال پرڻ
- خط لکڻ

### سبق تيرهون

# مثالي شاگرد

اسڪول جي اسيمبلي ختم ٿي تہ شاگرد قطارن ۾ پنهنجي پنهنجي ڪلاس ڏانهن هلڻ لڳا. هرڪو شاگرد پنهنجي پنهنجي جاءِ تي اچي ويٺو. ايتري ۾ استاد ڪلاس ۾ داخل ٿيو تہ سڀئي شاگرد احترام وچان اٿي بيٺا ۽ هم آواز ٿي چيائون تہ، سائين السلام عليڪم. استاد جواب ۾ وعليڪم السلام چئي، شاگردن سان مخاطب ٿيو.

**استاد:** پيارا ٻارو! اڄ پاڻ هڪ نئين سرگرميءَ وسيلي پنهنجي پڙهائيءَ جي شروعات ڪريون ٿا، جيڪا ذهني آزمائش هئڻ سان گڏ دلچسپ پڻ آهي.

**قاسم:** سائين اها ڪهڙي سرگرمي آهي؟

**استاد:** آءٌ توهان کان اها ڳالهہ پڇڻ چاهيان ٿو تہ توهان پڙهي وڏا ٿِي ڇا ٿيڻ چاهيو ٿا؟ قاسم! پهرين تون ٻڌاءِ.

**قاسم:** سائين! آءٌ ڊاڪٽر ٿيڻ چاهيان ٿو. ڇو تہ آءٌ پنهنجي ملڪ جي غريب ماڻهن جو سستو ۽ صحيح علاج ڪرڻ چاهيان ٿو.

**استاد:** ساجد! تو ڇا ٿيڻ لاءِ سوچيو آهي؟

**ساجد:** سائين، مون کي استاد ٿيڻ جو ڏاڍو شوق آهي. استاد ٿي علم جي روشني پکيڙي،

قوم ۾ سجاڳي آڻڻ چاهيان ٿو. علم وسيلي بهتر انساني ماحول ٺاهڻ ۾ ڪنهن خير جي ڪم کان گهٽ نہ آهي.

**استاد:** ناهيد! تون ٻُڌاءِ تہ لکي پڙهي ڇا ٿيڻ چاهين ٿي؟

**ناهيد:** سائين، اسان جي سماج ۾ عورت قانون واري پاسي وڃڻ لاءِ ڪجهہ گهٽ سوچ رکي ٿي. پر آءٌ وڪيل ٿي مُلڪ جي مظلوم عورتن جي حقن لاءِ جاکوڙ ڪري کين حق ڏياريندس.

**اُستاد:** بختاور! تُون سيني کي غور سان ڏسي ۽ ٻُڌي رهي آهين. ڀلا تون بہ ٻُڌاءِ؟

**بختاور:** سائين! آءٌ پڙهي لکي پنهنجي سماج ۾ ڀلائيءَ جا ڪم ڪرڻ چاهيان ٿي، ڇاڪاڻ تہ اسان جي ملڪ ۾ غريب ۽ بي پهچ ماڻهن جو تعداد گهڻو آهي. اِن ڪري آءٌ سماجي ڪارڪن جي حيثيت سان سندن خدمت ڪرڻ چاهيان ٿي.

**استاد:** چڱو ڀلا هاڻي اچو تہ ريکا کان پُڇون تہ هوءَ تعليم حاصل ڪري ڇا بڻجڻ چاهي ٿي؟

**ريکا:** سائين! آءٌ اڄ جي هن جديد دور ۾ انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ جي دنيا ۾ مهارت حاصل ڪرڻ سان گڏ، جديد ٽيڪنالاجيءَ ۾ ٿيندڙ ترقيءَ بابت وڌيڪ کوجنا ڪري قوم ۽ ملڪ جو نالو روشن ڪرڻ چاهيان ٿي.

**استاد:** بخشڻ، تون ٻُڌاءِ؟

**بخشڻ:** سائين! آءٌ زرعي تعليم حاصل ڪري زراعت جو ماهر ٿيڻ چاهيان ٿو، ڇاڪاڻ تہ اسان جي ملڪ جي ماڻهن جي اڪثريت زراعت تي ئي دارومدار رکي ٿي. ان ڪري آءٌ جديد سائنسي طريقن ذريعي سُڌارا آڻي فصلن کي نقصان رسائيندڙ بيمارين کان بچاءُ ۽ پيداوار جي واڌاري بابت آگاهي ڏيندس.

**استاد:** سَلمان! تون مستقبل ۾ ڇا ٿيڻ چاهين ٿو؟

**سلمان:** سائين! مون تہ پڙهيو آهي تہ محنت ۾ ئي عظمت آهي. آءٌ هڪ سُنو انجنيئر بڻجڻ چاهيان ٿو.

پيارا ٻارو! توهان سيني جون ڳالهيون ٻڌي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي، ڇاڪاڻ تہ اوهان مان ڪي ڊاڪٽر، تہ ڪي وري انجنيئر، ڪي اُستاد، تہ ڪي وري زراعت جا ماهر ٿيڻ چاهين ٿا. ڪي انفارميشن ٽيڪنالاجي جا ماهر تہ ڪي وري وڪيل ۽ ڪي سماجي

ڪارڪن بڻجڻ چاهين ٿا. اجا ڪي ٻيا شاگرد زندگيءَ جي ٻين شعبن ڏانهن وڃڻ چاهيندا هوندا. سڀ شعبا اهم آهن، جن جي ذريعي ملڪ ۽ قوم جي بهتر خدمت ڪري سگهجي ٿي.

ٻارو! هر ماڻهوءَ ڪي زندگي گذارڻ جو پنهنجو پنهنجو مقصد هوندو آهي، پر هڪ سُٺو شاگرد ٿيڻ لاءِ اوهان کي اهو ياد رکڻ گهرجي ته زندگيءَ جو سڀ کان اعليٰ مقصد انساني خدمت آهي. ان لاءِ ضروري آهي ته اوهان شاگرديءَ واري زماني کان ئي پاڻ منجهه سُٺا گڻ ۽ خوبيون پيدا ڪريو. ان طرح سان ئي اوهان مثالي شاگرد بڻجي سگهو ٿا.

مثالي شاگرد بڻجڻ لاءِ ضروري آهي ته اسڪول ۾ باقاعده حاضر رهجي، استاد جون ڳالهيون ڌيان سان ٻڌي انهن تي عمل ڪجي. جيڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه اچي ته ڪانئس پڇڻ کپي ۽ تنقيدي ذهن رکجي. هم ڪلاسين سان سٺو هلجي. صاف سٿرو رهي اسڪول جي نصابي توڙي هم نصابي سرگرمين ۾ حصو وٺي، پاڻ مجرائڻ کپي. استادن، والدين ۽ وڏن جو ادب ڪرڻ سان گڏ ننڍن سان پيار ڪرڻ کپي. پاڙيسرين جو خيال ۽ مسڪينن جي مدد ڪرڻ کپي. اهي سڀئي ڳالهيون هِنئين سان هندائي، سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان معاشري ۾ پنهنجو ڪردار نڀائي، يقينن توهان مثالي شاگرد بڻجي سگهو ٿا.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. استاد شاگردن کي ڪهڙي نئين سرگرمي ٻڌائي؟
2. قاسم ڇا بڻجڻ پئي چاهيو؟
3. ساجد، استاد بڻجڻ لاءِ پنهنجي ڪهڙي خواهش ظاهر ڪئي؟
4. وڪيل ٿيڻ لاءِ ڪهڙي شاگرد خواهش ٻڌائي؟
5. زندگيءَ جو اعليٰ مقصد ڪهڙو هجڻ گهرجي؟
6. مثالي شاگرد ۾ ڪهڙيون خوبيون هجڻ گهرجن؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| احترام | | |
| قطار | | |
| هم آواز | | |
| پڪيڙڻ | | |
| سجاڳي | | |
| انفارميشن | | |

(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

چڱو، خوشحال، جديد، غريب، چست، اونداهه

(د) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

1. ترقيءَ بابت وڏيڪ ڪوجنا ڪري ملڪ ۽ قوم جو نالو .......... ڪرڻ چاهيان ٿي.
2. آءٌ زرعي تعليم حاصل ڪري .................جو ماهر ٿيڻ چاهيان ٿو.
3. اسان جي ملڪ جي ماڻهن جي ................ زراعت تي دارومدار رکي ٿي.
4. زندگيءَ جو سڀ کان اعليٰ مقصد ........................ خدمت آهي.

(هه) پنهنجي دوست ڏانهن خط لکي ڪيس مثالي شاگرد جي خوبين بابت احوال ڏيو.

**سکيا جي حاصلات**

- انساني برابريءَ جا گُڻ اجاگر ڪرڻ
- نظم سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ
- لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ
- قافين بابت وڌيڪ ڄاڻڻ
- نظم جو بند مڪمل ڪرڻ ۽ ان جي سمجهاڻي ڏيڻ

سبق چوڏهون

# ٻڌايون سُک جو ڪو سنسار

هڪٻئي لاءِ حقارت ڇا جي، انسانن سان نفرت ڇا جي،
ڪينو ساڙ ڪدورت ڇا جي، مذهب پنهنجو پيار-
ٻڌايون سُک جو ڪو سنسار!

ذاتيون پاتيون فخر وڏايون، رنگ نسل جون سڀ ارڏايون،
آهن جنگ فساد جو باعث، زهر سندو پرچار-
ٻڌايون سُک جو ڪو سنسار!

جنگ جدل آهي چوڏاري، انسانن جو رت آ جاري،
ساڙي دنيا آهي ساري، نفرت جي پرچار-
ٻڌايون سُک جو ڪو سنسار!

رنگ نسل سڀ ڍونگ اجايا، پيٽ ٻُڪئي هي سانگ ٻڌايا،
ڳوري ۾ ڇا ڪاري ۾ ڇا، ساڳيو آهه ستار-
ٻڌايون سُک جو ڪو سنسار!

عبدالڪريم گدائي

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون انسانيت جي خلاف آهن؟
2. ذات پات ۽ رنگ نسل تي فخر ڪرڻ سان ڪهڙيون خرابيون پيدا ٿين ٿيون؟
3. نفرت مان ڪهڙو نتيجو نڪري ٿو؟
4. سُک جو سنسار ڪيئن بڻائي سگهجي ٿو؟
5. هن نظم ۾ شاعر ڪهڙو سبق ڏنو آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| حقارت | | |
| ڪدورت | | |
| ڪينو | | |
| سنسار | | |
| ڍونگ | | |
| پرچار | | |

**(ج) نظم جو بند مڪمل ڪريو ۽ ان بند جي سمجهاڻي ڏيو:**

- جنگ جدل آهي چوڏاري، ..............................،
..................................... نفرت جي پرچار،
بڻايون سُک جو .......................!

**(د) نظم جي پهرئين بند ۾ 'پيار' قافيو ڪم آيل آهي، اوهان نظم مان اهڙا ٻيا قافيه ڳولي لکو.**

**ياد رکو ته:**

عبدالڪريم 'گدائي'، جيڪب آباد جو رهاڪو هو. هُو سنڌ جو عوامي ۽ انقلابي شاعر آهي. سندس شاعريءَ جا مشهور ڪتاب 'ساٽيهه جا سُور'، 'پڪڙا ۽ پنهوار' آهن.

سکيا جي حاصلات

- ادبي تاريخ بابت ڄاڻڻ
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ
- لفظن جا ضد لکڻ
- مناسب لفظن سان خال ڀرڻ

سبق پندرهون

# سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

سنڌي ٻولي، نندي ڪنڊ جي تمام قديم ۽ شاهوڪار ٻولي آهي. 712ع ۾، عربن سنڌ فتح ڪئي، ان کان پوءِ 883ع ڌاري،قرآن پاڪ جو سنڌي زبان ۾ پهريون ترجمو ٿيو. عربن کان پوءِ سومرن جو دَور شروع ٿيو. هن دور ۾ مشهور رومانوي نيم تاريخي داستان سسئي پنهون ۽ عمر مارئيءَ کان سواءِ دودي سومري جي بهادري ۽ سورهيائيءَ جو ذڪر بہ بيتن ۾ ڪيو ويو آهي. پير صدرالدين بہ هن دؤر جو شاعر آهي، ان کان سواءِ پهرين عورت شاعره مائي مرکان شيخڻ جو تعلق پڻ هن دؤر سان آهي. سومرن کان پوءِ سمن جو دَور شروع ٿيو. هن دور جو اهم شاعر قاضي قادن هو، جيڪو سنڌي زبان جو تمام وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. شيخ حماد ۽ اسحاق آهنگر جهڙن عالمن ۽ شاعرن جا نالا پڻ هن دَور ۾ نروار ٿيا. سمن کان پوءِ، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن هڪٻئي پنيان سنڌ تي حڪومت ڪئي. هن دور ۾ شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ ؒ وارو ۽ مخدوم نوح ؒ وڏا شاعر ٿي گذريا آهن. سن 1700ع ۾، مخدوم ابوالحسن سنڌي ۽ شاهہ لطف الله قادري جهڙن عالمن ۽ شاعرن جا نالا پڻ ملن ٿا. ان کان پوءِ 1718ع ۾، ڪلهوڙن جي حڪومت شروع ٿي. هي دَور سنڌي زبان ۾ علم ۽ ادب جو 'سونهري دَور' سڏجي ٿو. هن دور ۾ خواجہ محمد زمان لنواريءَ وارو، سنڌي زبان جو عظيم شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ، ميون شاهہ عنات رضوي، عبدالرحيم گرهوڙي، مخدوم غلام محمد ٻُگائي، مخدوم معين، ڀيرومل ڪٽي، روحل فقير، تمر فقير، جلال ڪٽي، ميان سرفراز ڪلهوڙو ۽ مخدوم عبدالرئوف ڀٽي ٿي گذريا آهن.

ڪلهوڙن کان پوءِ ٽالپرن جو دَور شروع ٿئي ٿو، هن دَور جا عظيم شاعر سچل سرمست ؒ سامي ۽ سيد ثابت علي شاهہ آهن. سچل سرمست کي 'هفت زبان شاعر' بہ چيو وڃي ٿو. سيد ثابت علي شاهہ سنڌي زبان ۾ پهريون ڀيرو مرثئي واري صنف جو رواج وڌو. هن دور ۾ ٻيا بہ ڪيترائي شاعر ملن ٿا، جن ۾ خليفو نبي بخش 'قاسم'

لغاري، صديق فقير سومرو، حمل فقير لغاري، مراد فقير، صوفي دلپت، فقير نانڪ يوسف ۽ خوش خيرمحمد فقير هيسباڻي جا نالا اچي وڃن ٿا.

سن 1843ع ۾، انگريزن سنڌ فتح ڪئي. هن دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جو موجوده رسم الخط ٺهيو ۽ سنڌي تعليم عام ٿي. هن دور جو عظيم شاعر قادر بخش بيدل آهي. ان کان سواءِ نثر ۾ پهريون قرآن پاڪ جو لفظي ترجمو مٽياريءَ جي آخوند عزيزالله ميمڻ ڪيو، جيڪو 1870ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

1853ع ۾، سر بارٽل فريئر جي نگرانيءَ ۾ ڪميٽي ٺهي، جنهن ۾ موجوده سنڌي صورتخطيءَ کي نئين سرتشڪيل ۽ ترتيب ڏني وئي. ان وقت کان وٺي1947ع ۾، پاڪستان ٺهڻ تائين سمورو وچ وارو عرصو عالمن ۽ اديبن سنڌي زبان جي وڏي خدمت ڪئي. جن ۾ مسلمان توڙي هندو عالم برابر جا شريڪ هئا. سنڌ جي اديبن، شاعرن ۽ عالمن پاڻ گهڻو موڪيو. سنڌ جا ماڻهو جديد ادب کان انگريزن جي دور ۾ روشناس ٿيا، نيون صنفون ٻه ان دور ۾ سنڌي ادب جو حصو بڻيون. جن ۾ ڊراما، ناول، مضمون، افسانا ۽ مقالا شامل آهن.

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ پهريون سنڌي اديب آهي، جيڪو جديد سنڌي ادب جو محسن ۽ سنڌ جو شيڪسپيئر سڏجي ٿو. جنهن ادب جي هر لحاظ کان خدمت ڪئي. هن سوين ڪتاب لکيا ۽ ٻين ٻولين جا ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيا. ان کان سواءِ سنڌي زبان ۽ ادب کي اهميت ڏينديءَ 1924ع ۾، ممبئي يونيورسٽيءَ مئٽرڪ کان وٺي بي.اي جي سطح تائين سنڌي مضمون کي نصاب ۾ شامل ڪيو، جنهنڪري سنڌي ادب ڏينهون ڏينهن هر صنف ۾ ترقي ڪندو ويو. حيدرآباد جي مشهور ديوان پرمانند ميوارام 'جوت' اخبار ڪڍي، جنهن سان سنڌي زبان کي مضمونن وسيلي وڏي هٿي ملي. ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ شاهه لطيف جي رسالي جا ٽي جلد تيار ڪري ڇپرايا. اهو سنڌ ۾ پهريون دفعو هو جو سائنسي طريقي سان تحقيق ۽ تشريح جو جديد انداز اختيار ڪيو ويو، جيڪو موجوده دور ۾ ٻه هلندو ٿو اچي. ان بعد علامه عمر بن محمد دائودپوٽي، ڄيٺمل پرسرام ۽ ڀيرومل مهرچند آڏواڻي اهو سلسلو جاري رکيو.

ڪشنچند بيوس ۽ حيدر بخش جتوئي سنڌي شاعريءَ ۾ نواڻ آندي. انهيءَ کان اڳ محمد صديق ميمڻ ، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي 1931ع ڌاري حيدرآباد ۾ قائم ڪئي. جيڪا 1950ع تائين هلي، جنهن ۾ هن سوسائٽيءَ طرفان 70 ڪتاب ڇپرايا ويا.

جڏهن تہ هوندراج ’دکايل‘ ۽ سوڀراج ’فاني‘ جديد شاعري کي رخ ڏيندڙن ۾ هئا. نواز علي نياز، لطف الله بدوي، گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي، سوڀو گيانچنداڻي، سُندري اُتمچنداڻي ۽ ٻيا ڪهاڻيڪار، جن افساني نگاريءَ ۾ نواڻ آندي ۽ ڪيترن اديبن اهڙو نثر لکيو، جنهن ۾ سنڌي سماج جو چِٽ چٽيو ويو. سماجي برائين ۽ خامين کي دور ڪرڻ لاءِ افساني جو رخ اختيار ڪيو ويو. ان سلسلي ۾ شڪارپور مان نڪرندڙ رسالي ’سنڌو‘ بہ وڏو ڪردار ادا ڪيو.

انگريزن جي دور ۾ ڪيترائي بلند پايہ شاعر پيدا ٿيا. جن ۾ خليفو گل محمد گل، فاضل شاهہ، آخوند محمد قاسم، غلام محمد ’گدا‘، مير عبدالحسين ’سانگي‘، حافظ حامد ٺٽائي، مرزا قليچ بيگ، مسرور بدوي، سيد مصري شاهہ، مفتون همايوني، الله بخش ’ابوجهو‘، ڪشنچند ’بيوس‘، شمس الدين ’بُلبل‘، فتح محمد سيوهاڻي، محمد هاشم ’مخلص‘، غلام احمد ’نظامي‘ ۽ ٻين شاعرن جا نالا ملن ٿا. ان ڪانسواءِ نثري ادب ۾ ان دور ۾، جن ليکڪن سنڌي علم ۽ ادب جي خدمت ڪئي، انهن ۾ منشي اُڌارام، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، ديوان ڪوڙومل، لعلچند امرڏنو مل، پيرومل مهرچند آڏواڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو، علي خان ابڙو، جيٺمل پرسرام، علامہ آءِ.آءِ قاضي، محمد عثمان ڏيپلائي، پرمانند ميوارام، ليکراج ڪشنچند ’عزيز‘، محمد صديق ’مسافر‘، خليل مورائي، محمد بخش ’واصف‘، ڊاڪٽر ابراهيم خليل، حافظ عبدالله بسمل، عثمان علي انصاري، مولانا دين محمد وفائي، سيد ميران محمد شاهہ ۽ پير علي محمد راشديءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. ان ڪان پوءِ واري دور ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، مولانا غلام محمد گرامي، پير حسام الدين راشدي، محمد ابراهيم جويو، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، شيخ اياز، نياز همايوني، عبدالڪريم گدائي، امر جليل، سراج ميمڻ، ڊاڪٽر نجم عباسي، طارق اشرف، نسيم کرل، سليم ڳاڙهوي، استاد بخاري، تنوير عباسي، ممتاز مرزا، مراد علي مرزا، عبدالمجيد سنڌي، ميمڻ عبدالغفور سنڌي، محمد اسماعيل عرساڻي، حافظ احسن چنا، شيخ عبدالرزاق راز، جمال ابڙو، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر نواز علي شوق، سليم ميمڻ، امداد حسيني، عبدالقادر جوڻيجو، ثميره زرين، ماهتاب محبوب، سحر امداد، خيرالنساء جعفري، ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر نور افروز خواجہ، نورالهدىٰ شاهہ ۽ تاج جويو وغيره قابل ذڪر نالا آهن.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. سنڌي ٻوليءَ ۾ لکت واري صورت ڪڏهن ڪان ملي ٿي؟
2. ننڍي کنڊ ۾ قرآن شريف جو ترجمو سڀ کان پهرين ڪهڙيءَ ٻوليءَ ۽ ڪهڙي سن ۾ ٿيو؟
3. سومرن جي دور ۾ ڪهڙا رومانوي داستان ملن ٿا؟
4. سمن جي دور ۾ ڪهڙا شاعر ۽ بزرگ پيدا ٿيا؟
5. ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ڪهڙو عظيم شاعر پيدا ٿيو؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

قديم، سورهيائي، رسم الخط، اوٺ، ورهاڱو، روشناس،

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:**

جديد، بزدلي، نثر، خامين، شاهوڪار، حاڪم،

**(د) هيٺ ڏنل خال ڀريو:**

1. سنڌي ٻولي ننڍي کنڊ جي تمام .......................... ۽ شاهوڪار ٻولي آهي.
2. سال 712ع ۾ ..................................... سنڌ فتح ڪئي.
3. سال 883ع ۾ ڏاري قرآن پاڪ جو ..................... زبان ۾ پهريون ترجمو ٿيو.
4. عربن کان پوءِ ................................ جو دور شروع ٿيو.
5. سومرن کان پوءِ ...................... جو دور شروع ٿيو.
6. سن .............................. ڌاري مخدوم ابوالحسن سنڌيءَ، سنڌي زبان جي نئين رسم الخط ناهي.
7. قرآن پاڪ جو پهريون لفظي ترجمو مٽياري جي آخوند .......................... ڪيو جيڪو ............................ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.
8. مرزا قليچ بيگ پهريون سنڌي اديب آهي، جيڪو سنڌي ادب جو محسن ۽ سنڌ جو .................. سڏجي ٿو.

سکيا جي حاصلات

- گرلز گائيڊ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ
- اسڪائوٽ ۽ گرلز گائيڊ ۾ فرق سمجهڻ
- نظم و ضبط سکڻ
- خدمت جو جذبو پيدا ڪرڻ
- درست سوالن جا جواب چونڊڻ
- واحد لفظن جا جمع ٺاهڻ

سبق سورهون

# گرلز گائيڊ

ٻارو! جهڙيءَ طرح اوهان اسڪائوٽنگ جي نالي ۽ ان جي ڪمن کان تہ چڱيءَ طرح واقف آهيو. تهڙيءَ طرح گرلز گائيڊ بہ هوندي آهي. اسڪائوٽ ۽ گرلز گائيڊ جي ٽريننگ بلڪل هڪجهڙي هوندي آهي. فرق صرف ايترو آهي، جو اسڪائوٽ ۾ ڇوڪرا هوندا آهن ۽ گرلز گائيڊ ۾ ڇوڪريون هونديون آهن.

اچو تہ توهان کي ٻڌايون تہ گرلز گائيڊ تنظيم ڪڏهن وجود ۾ آئي:

هونئن تہ هيءَ تنظيم 1911ع ۾، وجود ۾ آئي هئي، پر باقاعده طور هيءَ تنظيم پاڪستان ٺهڻ جي ٻن مهينن کان پوءِ جڏهن قائداعظمؒ لاهور آيو تہ هن بيگم جي اي خان کي گرل گائيڊ تنظيم جوڙڻ لاءِ چيو. اُن سان گڏ پنهنجي ڀيڻ محترمہ فاطمہ جناح کي بہ انهيءَ ڪم ۾ حصو وٺڻ لاءِ چيائين. محترمہ فاطمہ جناح، ڪراچي موٽي اچڻ ڪانپوءِ 29 ڊسمبر 1947ع تي عورتن جو هڪ اجلاس گهرايو. انهيءَ اجلاس ۾ گرلز گائيڊ جي جوڙجڪ ڪئي وئي. اهڙيءَ ريت هيءَ تنظيم پاڪستان ۾ ڊسمبر 1947ع ۾ وجود ۾ آئي. هيءَ تنظيم نهايت ڪاميابيءَ سان ترقيءَ جون منزلون ماڻيندي رهي. جنهن جو مظاهرو 1957ع ۾ لاهور ۾ ٿيو. ان ۾ تقريباً هڪ هزار گرلز گائيڊ شرڪت ڪئي. بين الاقوامي سطح جي هڪ ٻي ريلي 12

فيبروري 1961ع ۾ شاهي قلعي لاهور کان ڪيڍي وئي، جنهن ۾ لنڊن جي ملڪه الزبيت ۽ محترمه فاطمه جناح خطاب ڪيو. هيءَ تنظيم ڏينهون ڏينهن وڌندي وئي. هن جو ڪم مصيبت ۾ ڦاٿل ماڻهن جي مدد ڪرڻ هو. ان ڳالهه جو مثال 1965ع ۽ 1971ع جي جنگين ۾ ملي ٿو، جنهن ۾ نه صرف اسڪائوٽن پر گرلز گائيڊ به متاثرن جي خدمت ۽ مدد جو ڀرپور مظاهرو ڪيو.

هن وقت هي تنظيم سنڌ، پنجاب، خيبر پختونخوا ۽ بلوچستان صوبن ۾ ڪم ڪري رهي آهي. هن تنظيم جو مقصد وطن جي ڇوڪرين جي اهڙي تربيت ڪرڻ آهي، جيئن هو هر معاشري ۾ بهترين شهري بڻجي گهرن ۾ خدمت گذار ٿي سگهن. نه صرف اهو پر هُنر سِکي حلال روزي به ڪمائي سگهن.

1989ع ۾، يونيسڪو طرفان پاڪستان گرلز گائيڊ ائسوسيئيشن تنظيم کي نوما (NOMA) نالي سان بين الاقوامي ايوارڊ مليو. جيڪڏهن ڪا به ڇوڪري ان ۾ ڪو ڪارنامو سرانجام ڏيندي آهي، ته ان کي صدر پاڪستان جي طرفان 'گولڊ ميڊل' ڏنو ويندو آهي. عالمي سطح تي اسڪائوٽ ائسوسيئيشن پاران پاڪستان گرلز گائيڊ ائسوسيئيشن به پيرا Olivia Award به حاصل ڪري چڪي آهي. هن تنظيم جون جيڪي ڇوڪريون پاڻيءَ ۾ ٿيندڙ سرگرمين يا هوائي جهاز اُڏائڻ جو شوق رکن ٿيون، انهن لاءِ ميرينر اسڪائوٽ جو شعبو قائم ڪيو ويو آهي. هوائي جهاز وارو پروگرام، فنڊ نه هئڻ، ڪري 1970ع ۾ بند ٿي ويو.

گرلز گائيڊ جي هر ميمبر کان سندس تربيت دوران سڀ کان پهرين قسم کڻايو ويندو آهي، ۽ هوءَ ٿي آڱريون مٿي ڪڍي چوندي آهي ته: "آءٌ واعدو ٿي ڪريان ته، آءٌ الله ۽ پنهنجي وطن پاڪستان جي قاعدن ۽ قانونن جي پابند رهنديس، ۽ انسانيت جي مدد ڪنديس، پاڪستان ۾ ٿيندڙ ترقياتي ڪمن ۾ حصو وٺنديس ۽ گرلز گائيڊ جي اصولن تي عمل ڪنديس."

**ٻارو! گرلز گائيڊ جا اصول يا قانون هن ريت آهن:**

- گائيڊ جو واعدو ڀروسي جوڳو هجي.
- گائيڊ خوش مزاج، ملنسار ۽ ٻيءَ گائيڊ جي ڀيڻ هوندي آهي.
- گائيڊ ٻين جو خيال رکندي ۽ مدد ڪندي آهي.

- گائيڊ فرمانبردار هوندي آهي.
- گائيڊ جانورن جي بہ دوست هوندي آهي.
- گائيڊ وقت جو صحيح استعمال ڪندي آهي.
- گائيڊ ڪفايت شعار هوندي آهي.
- گائيڊ هرهڪ لاءِ مهربان هوندي آهي.
- گائيڊ پنهنجي سوچ، قول ۽ عمل جي پابند هوندي آهي.

**هن تنظيم جي چارٽ موجب:**

- جونيئر گائيڊ ڇهن ڪان 11 سالن تائين
- گائيڊ 11 سالن ڪان 16 سالن تائين
- سينيئر گائيڊ 16 سالن ڪان 21 سالن تائين ٿيندي آهي.

پاڪستان گرلز گائيڊ ائسوسيئيشن (PGGA) جي نالي سان مشهور آهي. گرلز گائيڊ، جونيئر ۽ سينيئر طبقن ۾ ورهائجن ٿيون. 2010ع موجب پاڪستان ۾ ڏينهون ڏينهن گرلز گائيڊ جو تعداد وڌي رهيو آهي ۽ ان جو هيڊڪوارٽر اسلام آباد ۾ آهي.

ٻارو! اسان ڪي گهرجي تہ اسين بہ گرلز گائيڊ وانگر پنهنجو پاڻ سان واعدو ڪريون ۽ پنهنجي پياري وطن پاڪستان جي خدمت ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهون.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. گرلز گائيڊ ڪڏهن وجود ۾ آئي؟
2. پاڪستان نهڻ ڪانپوءِ قائد اعظمؒ ڪنهن کي گرلز گائيڊ جوڙڻ لاءِ چيو؟
3. بين الاقوامي سطح تي پاڪستان ۾ ڪڏهن گرلز گائيڊ جي ريلي نڪتي ۽ اُن ۾ ڪنهن ڪنهن خطاب ڪيو؟
4. گرلز گائيڊ جو هيڊڪوارٽر ڪٿي آهي؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

بنياد، سرانجام، ملنسار، ڪفايت شعاري، ترقياتي

(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع ٺاهيو:

تنظيم، زندگي، قاعدو، قانون، خدمت.

(د) هيٺ ڏنل جملن کي پڙهي صحيح جواب تي (✓) جو نشان لڳايو:

1. اسڪائوٽ تنظيم جو باني آهي.

(قائداعظم محمد علي جناح، لياقت علي خان، سر لارڊ بيڊن پائول)

2. گرلز گائيڊ تنظيم جي باني آهي.

(بيگم جي. اي خان، بيگم رعنا لياقت علي خان، محترمه فاطمه جناح)

3. گرلز گائيڊ آڳريون متي ڪٽي واعدو ڪندي آهي.

(پنج، چار، ٽي)

4. پاڪستان گرلز گائيڊ ائسوسيئيشن کي 1989ع ۾ انعام مليو.

(يونيسڪو پاران، يونيسيف پاران، حڪومت پاڪستان پاران)

(و) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

1. گرلز گائيڊ وقت جو ...................... استعمال ڪندي آهي.
2. گرلز گائيڊ جا قول ۽ فعل ...................... هوندا آهن.
3. جونيئر گرلز گائيڊ ...................... سالن کان .................. تائين هوندي آهي.
4. 1957ع ۾ لاهور ۾ ...................... گرلز گائيڊ شرڪت ڪئي.

سرگرمي: گرلز گائيڊ جي واعدن کي ياد ڪريو ۽ ڪاپيءَ ۾ لکي اچو.

سبق سترهون

# پاڪستان جون موسمون

**سکيا جي حاصلات**

- پاڪستان جي موسمن بابت ڄاڻ
- آبهوا مطابق پاڪستان جي مختلف پاڱن جي طبعي بناوت ڄاڻ
- چوماسي هوائن بابت ڄاڻ
- مختصر نوٽ لکڻ
- لفظن جون ڏار ڏار معنائون ڄاڻ

قدرت پاڪستان کي انيڪ نعمتن سان نوازيو آهي. انهن مان هڪ نعمت پاڪستان جون چار موسمون يا مُندون آهن: سيارو، بهار، اونهارو، سرءُ.

دنيا ۾ اهڙا گهٽ ملڪ آهن، جن ۾ چار مندون ٿين ٿيون. آبهوا جي لحاظ کان پاڪستان کي مختلف طبعي علائقن ۾ ورهايو ويو آهي. انهن علائقن جي پنهنجي طبعي بناوت جي مطابق مختلف آبهوا ۽ موسم آهي. مثال طور: پاڪستان جي اترين علائقن ۾ وڏا جابلو ميداني علائقا، ساحلي علائقا ۽ بياباني علائقا اچي وڃن ٿا. اچو ته ڏسون ته پاڪستان جي مختلف علائقن ۾ ڪهڙي ڪهڙي موسم هوندي آهي.

**اُترين علائقن جا جابلو سلسلا:**

هي خطو، ملڪ جي اتر، اتر اولهه ۽ الهندي جابلو سلسلن تي مشتمل آهي. هتي سياري جي موسم ڏکهي ٿئي ٿي. سيءُ وڌيڪ پوڻ سان گڏ برفباري به ٿئي ٿي. هن علائقي ۾ اونهاري جي موسم جو مدو گهٽ ٿئي ٿو ۽ گرميءَ جو زور به گهٽجي وڃي ٿو.

هنن جابلو علائقن ۾ برسات جبلن جي اوچائيءَ جي حساب سان پوندي آهي. اتر ۾ موجود جبلن جي اوچائي ٻن هزارن ميٽرن کان انن هزارن ميٽرن تائين آهي. اولهه وارن جبلن جي اوچائي هڪ هزار کان ٽيڻ هزارن ميٽرن تائين آهي. سڀ کان وڌيڪ برسات اتر وارن جبلن تي پوندي آهي.

**ميداني علائقا:**

هي پاڱو، سنڌو ماٿريءَ جي ميداني علائقن تي مشتمل آهي. هن خطي ۾ شديد

گرمي ٿئي ٿي، جڏهن تہ سياري جي مند ۾ سيءُ بہ چڱا پون ٿا. اونهاري ۾ چوماسي جا مينهن پون ٿا. ميداني علائقن جي اتر ۽ ڏکڻ ۾ برسات ڪٿي گهٽ تہ ڪٿي وڌيڪ پوي ٿي. سنڌوماٿريءَ جي ڏکڻ وارن ميداني علائقن ۾ برسات گهٽ پوي ٿي ۽ گرمي گهڻي ٿئي ٿي.

**ساحلي علائقا:**

هي ڀاڱو، پاڪستان جي ڏکڻ ۾ موجود ساحلي پٽي يا سامونڊي ڪناري تي مشتمل آهي. هن ڪي انڊس ڊيلٽا چيو ويندو آهي. بلوچستان ۾ مڪران جي ساحلي پٽي بہ هن علائقي ۾ شامل آهي. اونهاري ۾ جڏهن زمين جي گرمي پد ۾ اضافو ٿيندو آهي تہ سمنڊ وري ڪجهہ ٿڌو رهندو آهي. سياري ۾ جڏهن زمين جو گرمي پد گهٽ هوندو آهي تہ سمنڊ جو گرمي پد وڌيڪ گرم هوندو آهي. اپريل کان سيپٽمبر تائين گهمَ وڌيڪ ٿيندي آهي. مئي، جون ۽ آڪٽوبر جا مهينا سخت گرم هوندا آهن. مجموعي طور هن علائقي ۾ برسات گهٽ پوي ٿي. ڪراچيءَ کان رڻ ڪڇ تائين سڄي سامونڊي ڪناري تي رڳو چؤماسي جي مند ۾ مينهن پون ٿا. مڪران جي ساحلي علائقي ۾ برسات سياري جي موسم ۾ پوي ٿي.

**بياباني علائقا:**

هي علائقا، ڏکڻ اولهہ ۾ بلوچستان ۽ ڏکڻ اوڀر ۾ ريگستاني علائقن تي مشتمل آهن. هتي موسم خشڪ ٿئي ٿي. ريگستاني علائقن ۾ پنجاب صوبي جو چولستان ۽ سنڌ جو ٿر، ڪاڇو ۽ ڪوهستان شامل آهن. هنن علائقن جي موسم خشڪ ۽ گرم ٿئي ٿي. مئي کان سيپٽمبر تائين گرم هوائون لڳن ٿيون. سنڌ جي بياباني علائقن ۾ چؤماسي جي مند ۾ عام طور برسات پوي ٿي. بلوچستان ۾ وري سياري جي مند ۾ برسات پوي ٿي. هنن علائقن ۾ سخت گرمي ٿئي ٿي ۽ اڪثر ڏڪار واريون حالتون رهن ٿيون.

**هوا جو داٻُ:**

اونهاري ۾ پاڪستان جي ميداني علائقن ۾ سخت گرمي ٿئي ٿي. جنهن ڪري گرم هوائون لڳن ٿيون. ساڳئي وقت سمنڊ ۾ گرمي پد گهٽ رهي ٿو، ڇاڪاڻ تہ پاڻي گرميءَ کي آهستي جذب ۽ خارج ڪري ٿو.

اونهاري ۾ زمين جي پيٽ ۾ سمنڊ تي هوا جو داٻ وڌيڪ ٿئي ٿو. جنهن ڪري چؤماسي جون هوائون سمنڊ کان زمين ڏانهن رخ ڪن ٿيون. اهي هوائون جولاءِ کان آگسٽ تائين سنڌو ماٿريءَ جي مٿانهين ۽ هيناهينءَ وارن علائقن ۾ برسات آڻين ٿيون.

سياري ۾، اها صورتحال تبديل ٿي وڃي ٿي، ڇاڪاڻ ته آهستي آهستي زمين تي هوا جو داٻ ۾ واڌ ٿئي ٿي.

اونهاري ۾ شروع ٿيندڙ چؤماسي واريون برساتون سرءُ ۾ ختم ٿي وڃن ٿيون.

**برسات جي اهميت:**

پاڪستان ۾ برسات جو مکيه ذريعو چؤماسي جون هوائون آهن. اهي هوائون اونهاري ۾ برسات آڻڻ جو سبب بڻجن ٿيون. انهن برساتن جو مقدار ۽ وقت مختلف علائقن ۾ مختلف ٿئي ٿو. هن برسات جو پاڪستان جي زراعت ۾ اهم ڪردار آهي، خاص ڪري بياباني علائقن ۾ ٿيندڙ زراعت ۽ چوپائي مال جي پالنا لاءِ هيءَ برسات نهايت اهميت واري آهي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. پاڪستان جي موسمن جا نالا ٻڌايو؟
2. پاڪستان ۾ آبهوا جي لحاظ کان ڪيترا ڀاڱا آهن؟
3. اُترين علائقن ۾ موسم ڪهڙي هوندي آهي؟
4. پاڪستان ۾ سڀ کان وڌيڪ برسات ڪهڙي علائقي ۾ پوندي آهي؟
5. ميداني علائقن جي موسم ڪهڙي هوندي آهي؟
6. ساحلي علائقي کي ڪهڙي نالي سان سڏبو آهي؟
7. پاڪستان جي ساحلي علائقن ۾ گِهمَ ڪهڙن مهينن ۾ ٿئي ٿي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

داٻُ، طبعي، مطابق، بناوت، بياباني، آبهوا، ساحلي پٽي،
خارج، ڏڪار، رُخ

**(ج) هيٺ ڏنل خال پريو:**

1. پاڪستان ۾ سڀ کان وڌيڪ گرمي ............. مهينن ۾ ٿئي ٿي.
2. بلوچستان جي ................. ساحلي پٽي بہ هن علائقي ۾ اچي ٿي.
3. سنڌو ماٿريءَ جي ........ علائقي ۾ برسات گهٽ پوي ٿي.
4. بلوچستان جي ساحلي پٽيءَ ۾ ................ ۽ ............... مهينا تمام گرم ٿين ٿا.
5. پاڪستان جي صوبي پنجاب ۾ .......................... ريگستاني علائقو آهي.
6. سنڌ ۾ .............................. نالي سان ريگستاني علائقو آهي.

**(د) هيٺ ڏنل جملا پڙهي ڏنل جوابن مان درست جواب تي (✓) جو نشان لڳايو:**

1. پاڪستان جي اتر وارن علائقن ۾ موسم ڏکي ٿئي ٿي.
   (گرميءَ جي بهار جي سرءُ جي سياري جي)
2. پاڪستان جي اتر اولهہ وارو علائقو مشتمل آهي.
   (ريگستاني سلسلي تي، ساحلي علائقي تي، ميداني علائقي تي، جابلو سلسلي تي)
3. پاڪستان ۾ سڀ کان وڌيڪ برسات پوي ٿي.
   (ٿر ۾، ڪوهستان ۾، اتر وارن جابلو علائقن ۾، چولستان ۾)
4. ڪراچيءَ کان رڻ ڪڇ تائين مينهن پون ٿا.
   (چوماسي جا، منداڻتا، سياري وارا، مينهن پوي ئي ڪونہ)
5. اونهاري جي موسم ۾ زمين جي پيٽ ۾ هوا جو داٻ وڌيڪ ٿئي ٿو.
   (جبلن تي، سمنڊ تي، ميداني علائقن تي، درياهن تي)

**(هہ) هيٺ ڏنل لفظن جون ڌار ڌار معنائون لکو:**

ڪاڏو، هار، ڪارو، چڪو، ٺار، نار

**(و) هيٺ ڏنل لفظن جي سمجهاڻي ڏيو:**

انيڪ، خطو، ماٿري، چؤماسو، ريگستان، بيابان، ڪوهستان.

**ياد رکو:** موسم کي سنڌيءَ ۾ مُند ۽ رُتِ بہ چئبو آهي.

**سرگرمي:** برفباريءَ وارن علائقن جي باري ۾ پنهنجي ڄاڻ موجب مختصر نوٽ لکو.

سکيا جي حاصلات

- مينهن جي نظارن مان لطف وٺڻ
- نظم سُر ۾ لئه سان پڙهڻ
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ
- شعر مڪمل ڪرڻ

سبق ارڙهون

# بادل ڊوڙو

پيارا پيارا بادل ڊوڙو، ميگهه ملهارا بادل ڊوڙو،
او متوارا بادل ڊوڙو، پاڻيءَ وارا بادل ڊوڙو،
ڪارا ڪارا بادل ڊوڙو!

گلشن جو مالهي گهبرايو، کيتيءَ جو والي گهبرايو،
دانا ۽ سوالي گهبرايو، ادنيٰ ۽ عالي گهبرايو،
ڪارا ڪارا بادل ڊوڙو!

بجلي چمڪي چم چم چم چم، پاڻي برسي رم جهم رم رجهم،
ٿئي چوڌاري چم چم چم چم، رنگجي رنگ نئين ۾ عالم،
ڪارا ڪارا بادل ڊوڙو!

گهور گهٽا ڇانئي آ ڪاري، مستيءَ ۾ جهومي هر تاري،
فرش‌زمين تي ٿئي گلڪاري، خاص خوشي ٻوڙي چوڌاري،
ڪارا ڪارا بادل ڊوڙو!

سال پڄاڻان ساوڻ آيو، ٻاڳين جي اڄ ٻاڳ ٻِڙايو،
هرڪو ٻار خوشيءَ جهومايو، سُر ۾ 'دکايل' ساوڻ ڳايو.
ڪارا ڪارا بادل ڊوڙو!

هوندراج 'دکايل'

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. ميگهه ملهار مان ڇا مراد آهي؟
2. عالم جي نئين رنگ ۾ رنگجڻ مان ڇا مراد آهي؟
3. زمين تي گلڪاري ڪڏهن ٿيندي آهي؟
4. ڪارا ڪارا بادل ڇو ڊوڙندا آهن؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ميگهه ملهار، گلشن، ڪيتي، دانا، ادني، گهورگهٽا

**(ج) هيٺ ڏنل بند مڪمل ڪريو:**

- بجلي چمڪي چم چم چم ، پاڻي .......... رم جهم رم جهم،
  ٿئي ............... چم چم چم، رنگ جي رنگ نئين ۾ عالم،
  ڪارا ڪارا .................. ڊوڙو!
- سال پڇاڻان سانوڻ آيو ، .........................................................،
  .........................................................، سُر ۾ 'دڪايل' سانوڻ ڳايو،
  ڪارا ڪارا .................. ڊوڙو!

**(د) پنهنجي پسند جي بند کي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪريو.**

**(هه) 'مينهوڳيءَ جي مند' تي مختصر نوٽ لکو.**

يادرکو ته:

هوندراج 'دکايل' لاڙڪاڻي جو رهاڪو ۽ سنڌي ٻوليءَ جو سنو، جديد ۽ قومي شاعر آهي. 'قومي للڪار'، 'سنگيت ڦُول' ۽ ٻيا ڪيترائي شاعريءَ جا مشهور ڪتاب لِکيا اٿس.

سبق اوڻيهون

# حياتيات

**سکيا جي حاصلات**

- علم حياتيات بابت ڄاڻڻ
- درست جواب لکڻ
- مناسب لفظن سان خال پرڻ
- مختلف مرضن جي ٽڪن بابت ڄاڻڻ
- گرامر متعلق ڄاڻڻ

حياتيات، 'حياتيءَ جو علم' هر جاندار، انسان، جانور، پکي پکڻ، ٻوٽا، مطلب تہ پاڻي، هوا ۽ مٽيءَ ۾ رهندڙ هر جيوَ جي حياتي متعلق ڄاڻ کي علم حياتيات سڏجي ٿو، جنهن جو سائنسي نالو بايولاجي آهي. حياتيات جا ماهر رات ڏينهن جاکوڙ ڪري جهنگلي جيوت کان وٺي، انسان ذات جي زندگي ۽ خوشحاليءَ لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن. حياتيات هڪ وسيع علم آهي، ڇو تہ اُنهيءَ جو ماحول ۽ ان ۾ رهندڙ سڀني زنده شين جو هڪٻئي سان گهرو تعلق آهي. حيوانيات، نباتات ۽ قدرتي ماحول هڪٻئي تي اثرانداز ٿين ٿا.

آڳاٽي زماني کان هن علم، ترقيءَ جا ڏاڪا چڙهندي، انسان جي بقا ۽ ڀلائيءَ لاءِ ساراهہ جوڳا ڪم ڪيا آهن. جيئن تہ يونان ۽ روم کي هر علم ۽ فن جو سرچشمو سمجهيو ويندو هو، تنهنڪري هن علم جا باني، ارسطو، بطليموس، فيثاغورث ۽ ٻيا ماهر سمجهيا ويندا هئا. انين صدي عيسويءَ کان پندرهين صدي عيسويءَ تائين مسلمان سائنسدانن، يونانين جا ڪتاب پڙهي، رومي ۽ سنسڪرت مان بہ ترجمو ڪيا. ان کان سواءِ هنن، ڪيترائي نوان ڪتاب لکي، تحقيقي ۽ تدريسي مرڪز کوليا. ان دور ۾ ڪيترائي نامور سائنسدان ۽ سندن ڪارناما مشهور ٿيا، جن ۾ ابن الهيشم، بو علي سينا، فارابي، رازي ۽ الخوارزمي مشهور آهن. انهن ماهرن جانورن، ٻوٽن، جراحي ۽ طب تي 'الحيوان'، 'النباتيات'، 'ميزان الحڪمة'، 'القانون في الطب' ۽ 'الشفا' جهڙا مشهور ڪتاب لکيا.

پندرهين صدي عيسويءَ کان پوءِ يورپين ۽ بين قومن، حياتيات جي مختلف شاخن ۾ ڪيترائي ڪارناما سرانجام ڏنا. انهن مان چارلس ڊارون، لوئس پاسچر، جان مينڊليف، ۽ جوزف جيڪسن لسٽر آهن ۽ اينٽن وان ليئون خوردبين ايجاد ڪئي، جنهن سان ننڍا ننڍا جِيو، پَسون، جراثيم، بئڪٽريا ڏسي سگهجن ٿا، اِنهيءَ علم کي 'مائڪرو بايولاجي' چيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ هنن جيوگهرڙا، بئڪٽريا ، جيت مار دوائون، ماتا ۽ ٽي.بي، مليريا، مُدي جو بخار، سائيءَ جي بيماري ۽ پوليو جهڙين خطرناڪ بيمارين کي روڪڻ لاءِ ٽُڪا ايجاد ڪيا ۽ انهن جا بئڪٽريا ڳولي لڌا.

حياتيات جي ترقيءَ سان انساني زندگيءَ ۾ انقلابي تبديليون آيون آهن. جيئن ته، صحت جي بهتريءَ، فصلن جي حفاظت، جانورن ۽ ٻوٽن جو علاج، باغباني ۽ حياتياتي تحقيق جي سلسلي ۾ چڱي خاصي ترقي ٿي آهي. وچڙندڙ يا وبائي مرض: ماتا، سلهه، ڪرٽيو، خناق ۽ ڪاري سائيءَ لاءِ ٽڪن جي ايجاد به هن علم جي ترقي جي ڪري ٿي آهي.

جديد ٽيڪنالاجيءَ ذريعي فئڪٽرين ۾ جانورن لاءِ مصنوعي کاڌو تيار ڪيو وڃي ٿو، جيئن مڇين ۽ ڪڪڙين جي خوراڪ وغيره. ان کاڌ خوراڪ ذريعي مڇيون ۽ ڪڪڙيون تيزيءَ سان پنهنجو جسم وڌائين ٿيون ۽ انساني خوراڪ ۾ واڌاري جو سبب بڻجن ٿيون. اهڙيءَ ريت کير ۽ گوشت وارن جانورن جي پڻ مصنوعي طور تي واڌ ويجهه سان نسل پيدا ڪيا وڃن ٿا. جنهن سان جانورن جو قدبت تيزيءَ سان وڌي ٿو ۽ کير وارن جانورن ۾ کير وڌيڪ پيدا ٿئي ٿو. اهڙي نموني اسان جون گوشت ۽ کير جون تيزيءَ سان وڌندڙ گهرجون پوريون ٿين ٿيون. نه رڳو اهو، پر تازن ميون، ڀاڄين ۽ فصلن جي ٻجن ۾ سائنسي تحقيق وسيلي تبديلي آڻي انهن جي پيداوار ۾ تمام گهڻو اضافو به ڪيو وڃي ٿو. سائنسدانن جو اسان تي اهو وڏو احسان آهي، جو حياتيات جي ميدان ۾ ڏينهن رات نيون نيون تبديليون آڻي، هن ڌرتيءَ تي وڌندڙ آباديءَ لاءِ خوراڪ ۾ اضافو ڪري رهيا آهن.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. حياتيات چا کي سڏجي ٿو؟
2. حياتيات جي علم جا باني ڪير آهن؟
3. خوردبيني ڪنهن ايجاد ڪئي؟
4. خوردبيني يا مائڪرو اسڪوپ ڪهڙي ڪم اچي ٿي؟
5. حياتيات جي علمي ترقيءَ انساني زندگيءَ ۾ ڪهڙو انقلاب آندو آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

نباتات، حياتيات، وسيع، متعلق، تدريسي، طِب

**(ج) هيٺ ڏنل خال ڀريو:**

1. حياتيات کي ٻيو ......................... سڏبو آهي.
2. حياتيات جي علم جا باني ارسطو ۽ ............................... مشهور ٿيا.
3. ننڍا جيوَ ۽ جراثيم..................... وسيلي ڏسي سگهجن ٿا.
4. حياتياتي تحقيق وسيلي صحت ۽ ............................. جي چڱي ترقي ٿي آهي.
5. حياتيات هڪ ......................... علم آهي.

**(د) حياتيات جي علم وسيلي سائنسدانن ڪهڙن مرضن جا ٽُڪا تيار ڪيا آهن، تن جا نالا لکو.**

**(هه) صفت مان اسم ٺاهيو. جيئن: ڳاڙهو مان ڳاڙهاڻ**

**اوهان اهڙا ڪي ٻيا لفظ لکو.**

**سرگرمي:** حياتيات جي علم بابت حاصل ڪيل ڄاڻ پنهنجن لفظن ۾ لکو.

**سکيا جي حاصلات**

- قدرتي آفتن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ
- قدرتي ۽ انساني آفتن ۾ فرق سمجهڻ
- لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ
- لفظن جا واحد جمع ڻاهڻ
- لفظن جا ضد لکڻ
- مضمون ۽ درخواست لکڻ

سبق ويهون

# قدرتي آفتون

آفتون ٻن قسمن جون ٿينديون آهن: هڪ قدرتي آفتون ۽ ٻيون انسان جون پيدا ڪيل آفتون. قدرتي آفتن ۾ زلزلا، ٻوڏون، سامونڊي طوفان ۽ طوفاني هوائون شامل آهن، جڏهن ته انسان پاران پيدا ڪيل آفتن ۾ گهرن ۾ اوچتو باهه جا واقعا، دونهون، خطرناڪ گئسن جو پکڙجڻ ۽ سمنڊ ۾ تيل جو وهڻ، ڪارخانن مان نڪرندڙ گند ڪچرو ۽ مختلف بيمارين جو پکڙجڻ شامل آهن.

**قدرتي آفتون:**

**زلزلا:** جڏهن زمين جي اندر موجود مختلف تهه هڪٻئي سان ٽڪرائجن ٿا ته زمين جي مٿاڇري تي لوڏا محسوس ڪيا وڃن ٿا، جنهن کي زلزلو چيو وڃي ٿو. زلزلي جي نتيجي ۾ زمين تي موجود گهر ۽ عمارتون ڪِري پون ٿيون ۽ انهن ۾ ڏار پئجي وڃن ٿا. عمارتن جي ڪِرڻ ڪري ماڻهو دٻجي مري يا زخمي ٿي پون ٿا. زلزلي اچڻ سان وڻ بجلي جي تارن مٿان ڪري پون ٿا ۽ جڏهن اهي تارون پاڻيءَ ۾ ڪِري پون ٿيون ته ڪرنٽ لڳڻ سبب ماڻهو توڙي جانور مري يا زخمي ٿي سگهن ٿا.

**زلزلي اچڻ جي صورت ۾ هيٺيان تڪڙا قدم کڻڻ گهرجن:**

1. زلزلي اچڻ جي صورت ۾ ڪنهن ميدان يا کليل جڳهه تي وڃڻ گهرجي.
2. جيڪڏهن ڪنهن عمارت ۾ آهيو ته هيٺ ويهي رهو، ميز يا ڪرسي جي هيٺان پناهه

ونو. ان وقت تائين وينا رهو، جيستائين زلزلو مڪمل طور تي ختم ٿي وڃي.

3. گھر يا عمارت جي ٻاهرين ڀتين ۽ درين کان پري رهو ته جيئن شيشا ٽُٽڻ جي صورت ۾ لڳي نه سگهن.
4. جيڪڏهن ڪنهن سواريءَ ۾ آهيو ته گاڏيءَ کي بيهارڻ گهرجي. گاڏيءَ جا بلب ٻاري، گاڏيءَ اندر ويهڻ گهرجي.
5. جيڪڏهن ٻاهر کليل ميدان تي آهيو ته وڻن، بجلي جي ٿنڀن ۽ ڀتين کان پري رهو ته جيئن انهن جي ڪِرڻ سان توهان کي ڪو نقصان نه ٿئي.
6. زلزلي جي ڪري ڪنهن جڳهه ۾ ڦاسي پئو ته سيٽي وڄائي ٻين کي مدد لاءِ سڏ ڪريو.
7. سيٽي نه هئڻ جي صورت ۾ ڪنهن ڪاٺيءَ يا لوهه کي ڀت يا زمين تي هڻو ته جيئن امدادي ٽيم جو ڌيان توهان ڏانهن ڇڪجي سگهي.
8. ماچيس جي تيلي بلڪل نه ٻاريو، ڇاڪاڻ ته گئس خارج ٿيڻ جي صورت ۾ باهه لڳڻ جو خطرو ٿي سگهي ٿو.

**ٻوڏون:** موسمن ۾ تبديلي ۽ مسلسل برساتن جي ڪري پاڪستان جي اترين علائقن جي جبلن جي برف پگهري ٿي، جنهن ڪري درياهن ۾ پاڻي وڌيڪ اچي ٿو. درياهي ٻيلن ۾ حد کان وڌيڪ واڌيءَ جي سبب درياهن ۾ ٻوڏن جو خطرو رهي ٿو. واهن جي صفائي ۽ نيڪال جو صحيح انتظام نه هجڻ سبب پڻ ٻوڏ جو خطرو رهي ٿو.

## ٻوڏ جي امڪاني صورت ۾ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

1. ٻوڏن جي ڏينهن ۾ مٿانهين جڳهه تي رهو، ته جيئن نقصان کان بچي سگهجي.
2. گهر وارن ۽ چوپائي مال کي ڪنهن محفوظ جڳهه تي منتقل ڪريو.
3. گهر جي سامان کي مٿانهين ۽ محفوظ جڳهه تي رکو.
4. ننڍن ٻارن لاءِ ضروري آهي ته انهن کي پنهنجو نالو، ماءُ ۽ پيءُ جو نالو، فون نمبر ۽ گهر جو پتو معلوم هجي ته جيئن هو ٻوڏ جي صورت ۾ ڪٿي گم نه ٿي وڃن.

5. اهڙي معلومات ڪارڊ تي لکي سيني ننڍن ٻارن کي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏجي. ڪارڊ تي پلاسٽڪ چڙهيل هجي ته جيئن اهو محفوظ رهي سگهي.
6. ٻوڏ جي ڏينهن ۾ ٻوڏ جي پاڻيءَ ۾ ڪيڏڻ نهايت خطرناڪ آهي.
7. پاڻيءَ جو وهڪرو تيز هوندو آهي. پاڻي خراب به هوندو آهي، جنهن ڪري بيماريون ڦهلجي سگهن ٿيون. انهن کان بچاءُ ڪجي.
8. درياهن ۽ واهن ۾ وڌندڙ پاڻيءَ تي نظر رکڻ گهرجي.

**طوفاني بارشون:** اونهاري جي موسم ۾ چؤماسي جا مينهن عام طور جولاءِ کان آگسٽ تائين پون ٿا. هي برساتون اڪثر طوفاني صورت اختيار ڪن ٿيون. طوفاني برساتن سان گهرن جون ڇتيون متاثر ٿين ٿيون. ڪچا گهر پاڻيءَ ۾ لڙهي وڃن ٿا ۽ بجليءَ جون تارون ڪِري پون ٿيون، جنهن ڪري انساني آباديءَ کي خطرو ٿئي ٿو.

**سامونڊي طوفان:** سمنڊ ۾ هوا جي گهٽ دٻاءَ سبب زوردار هوائون طوفاني صورت ۾ لڳن ٿيون ۽ آسپاس جي ماحول تي دٻاءَ وجهن ٿيون. طوفاني هوائن جي رفتار عام طور ستر کان سَو ڪلوميٽر هوندي آهي. انهن تيز هوائن سان وڻ ڪِري پون ٿا، جن جي هيٺان دٻجي ماڻهو مري وڃن ٿا يا وري زخمي ٿين ٿا. انساني زندگي ۽ مال توڙي ملڪيتون متاثر ٿين ٿيون. بجليءَ جي تارن جي ڪِرڻ سان شارٽ سرڪٽ ٿي سگهي ٿو. گهرن جون ڇتيون اڏامي وڃن ٿيون.

**سامونڊي طوفان کان بچاءَ جا اُپاءَ ۽ تڪڙا طريقا:**

1. جڏهن طوفان اچي ته گهر کان ٻاهر نه نڪرو.
2. بهتر آهي ته اسڪول، اسپتال يا ڪنهن پڪي عمارت ۾ پناهه وٺو، ڇو ته عام طور تي اهي محفوظ جايون هونديون آهن.
3. ريڊيو ۽ ٽي. وي تي هلندڙ اعلان ۽ خبرون ٻڌندا رهو ته جيئن طوفان جي باري ۾ معلومات ملندي رهي.

**ڏڪار:** گهڻي وقت تائين برساتون نہ پوڻ ڪري ڏڪار پيدا ٿين ٿا. ڏڪار جي ڪري وڻن ۽ ٻوٽن کي گهربل پاڻي نٿو ملي، جنهن ڪري اهي سڪي وڃن ٿا. پاڻيءَ جا تلاءَ بہ خشڪ ٿي وڃن ٿا. ٿر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾ رهندڙ ماڻهن جو گذرسفر چوپائي مال تي آهي. ڏڪار ۾ چوپائي مال جو چارو ختم ٿي وڃي ٿو. مناسب چارو ۽ پاڻي نہ ملڻ ڪري چوپايو مال مرڻ لڳي ٿو. موسم ۽ ماحول جي انهن تبديلين جو انساني زندگيءَ تي گهرو اثر پوي ٿو. انسانن کي زنده رهڻ لاءِ ٻوٽن، چوپائي مال، ۽ پاڻيءَ جي ضرورت پوندي آهي. جڏهن اهي ٽيئي شيون نہ ملن تہ انساني زندگي متاثر ٿيندي آهي. برساتون نہ پوڻ ڪري فصل نہ ٿا پوکي سگهجن. چوپايو مال بيمار ۽ ڪمزور ٿي وڃي ٿو. مقامي ماڻهن جي صحت بہ متاثر ٿئي ٿي.

**ڏڪار کي ڪيئن منهن ڏجي؟**

1. پاڻيءَ جا کوھ کوٽيا وڃن.
2. پاڻي احتياط سان استعمال ڪجي ۽ ماڻهن کي گهٽ پاڻي استعمال ڪرڻ جا طريقا ٻڌايا وڃن ٿا.
3. برسات جو پاڻي ذخيرو ڪرڻ لاءِ تلاءَ ناهيا وڃن.
4. پاڻيءَ کي زيان ٿيڻ کان بچايو وڃي.
5. گهٽ پاڻيءَ تي ٿيندڙ فصل ۽ چارو پوکيو وڃي.
6. ٻوٽن ۽ ٻاڄين جي ٻجن جي حفاظت ڪئي وڃي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. آفت ڇا کي ٿو سڏجي؟
2. قدرتي آفتون ڪهڙيون آهن؟
3. انساني آفتن جا نالا ٻڌايو؟
4. زلزلو ڇا آهي؟
5. ٻوڏ يا سيلاب ڪهڙي قسم جي آفت آهي؟
6. ٻوڏ کان بچڻ جا طريقا بيان ڪريو؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| عملدار | | |
| چوپايو | | |
| چارو | | |
| مناسب | | |
| پتو | | |
| دٻجي | | |
| عمارت | | |
| منتقل | | |

(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا واحد جمع لکو:

صورت، زلزلا، آفت، ذخيرو، تارَ، لوڏو، واقعو

(د) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

جيئرو، انسان، اچڻ، هيٺ، صفائي، وڏيڪ

(هه) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

1. زلزلي اچڻ سان وڻ ............. جي تارن مٿان ڪِري پون ٿا.
2. زلزلي اچڻ وقت ويهي رهو يا ........... هيٺان پناهه وٺو.
3. زلزلي سبب ڪنهن جڳهه ۾ ڦاسي پئو ته .................... وجائي موجودگيءَ جو اطلاع ڏيو.
4. درياهي ٻيلن ۾ حد کان وڌيڪ واڌيءَ جي سبب .................... ۾ ٻوڏ جو خطرو رهي ٿو.
5. طوفان اچڻ واري حالت ۾ اسڪول ............ يا پڪي .......... ۾ پناهه وٺو.
6. برسات جو پاڻي ذخيرو ڪرڻ لاءِ ............ ناهيا وڃن.

(و) قدرتي آفتن جا نالا لکو ۽ ان مان ڪنهن ٻه هڪ تي حاصل ڪيل معلومات پنهنجي لفظن ۾ لکو.

(ز) واسطيدار عملدارن ڏانهن متاثر ماڻهن جي مدد لاءِ درخواست لکو.

سکيا جي حاصلات

- نظم ۾ آڪاڻي پڙهي لطف اندوز ٿيڻ
- نصيحت پريون ڳالهيون سکڻ
- نظم سُر ۽ لئه ۾ پڙهڻ
- نوان لفظ استعمال ڪرڻ
- زمان ماضي قريب بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ
- نظم جي مرڪزي خيال کان واقف ٿيڻ

سبق ايڪيهون

# بادشاهه ۽ مسخري جي ڳالهه

شهنشاهه هڪڙو هُئو خوش مزاج،
اچي مسخرو ات سلامي ٿيو،
”ميان مسخرا تو کي ڏيان ٿو انعام،
”ڏسين پاڻ کان عقل ۾ ڪوبہ گهٽ،
شهنشاهه تنهن کي ڏني پوءِ لٺ،
هِڪي ڏينهن شهنشاهه بيمار ٿيو،
چيو شاهه تنهن کي: ”وڃان ٿو سفر،
پڇيو مسخري اُت بڏي هٿ تڏهن:
چيو شاهه: ”وڃان ٿو پري کان پري،
پڇيو مسخري پوءِ بڏي هٿ بئي:

ڪچهريءَ ۾ پهري هُو وينو هو تاج.
شهنشاهه تنهن کي تڏهن هيئن چيو:
مگر ياد رکجانءِ منهنجو انعام؛
ڏجان چيز منهنجي تهين کي نہ جهٽ!“
وني مسخري ڪئي سلامن جي سٽ.
پڇڻ مسخرو تنهن اماڪ ويو.
دعا ڪا پچاڙيءَ ۾ مون کي تون ڪر.“
”شهنشاهه جي موٽ ٿيندي ڪڏهن؟“
وريو ڪونہ ڄاڻان نڪو ڪو وري.“
”سفر جي تياري توهان چا ڪئي؟“

چيو شاھ: ”سفر لاءِ ناھيان تيار، کندو معاف شل مون کي پروردگار!“
چيو مسخري: ھي عجب آ بيان، عقل اڄ اوھان جو سڄو ٿيو عيان.
وڃي جو سفر تي نٿو ٿِي تيار، عقل جو انھيءَ وَٽِ ڇئبو ڏکار!
”ونو لَٺِ پنھنجي نہ گھرجي مون کي، اوھان جي امانت اوھان کي ھجي!“

پيرو مل ’غريب‘

## مشق

**(الف) ھيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. بادشاھ مسخري کي انعام ڏيڻ کان اڳ ڪھڙي نصيحت ڪئي؟
2. بيماريءَ جي حالت ۾ بادشاھ ڪھڙي سفر تي وڃڻ جو اشارو ڏنو؟
3. بادشاھ جي ان چوڻ جو مطلب ڇا ھو تہ: ”وريو ڪونہ ڄاڻان نڪو ڪو وري“
4. مسخري بادشاھ کي لٺ ڇو موٽائي ڏني؟
5. اسان کي موت واري سفر جي ڪھڙي تياري ڪرڻ گھرجي؟

**(ب) ھيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لِکي پنھنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

املاڪ، عيان، انڪار، وَريو، مسخرو، هِڪي

**(ج) ھيٺ ڏنل جملو پڙھو:**

مون خط لکيو آھي:

مٿئين جملي ۾ ”لکيو آھي“ فعل زمان ماضي قريب آھي. اوھين ٻيا اھڙا جملا لکي ڏيکاريو، جن جو فعل زمان ماضي قريب ھجي.

**ياد رکو تہ:** پيرو مل مھرچند آڏواڻي، حيدرآباد، سنڌ ۾ ڄائو. شاعريءَ ۾ سندس تخلص ’غريب‘ آھي. ھُو سنڌي ٻوليءَ جو سٺو نثر نويس ۽ خوبصورت شاعر پڻ ھو. ’نو بھار‘ سندس ٻاراڻن گيتن جو ڪتاب آھي.

**استاد لاءِ ھدايت:** استاد ٻارن کي ھن نظم جي مرڪزي خيال بابت سمجھاڻي ڏئي.

سکيا جي حاصلات

- انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ کان آگاهه ڪرڻ
- درست جواب ڏيڻ
- لفظن جي معنيٰ ڏئي، جملن ۾ استعمال ڪرڻ
- اصطلاحن بابت ڄاڻ
- مضمون جي صنف بابت ڄاڻ

سبق ڇاويهون

# سائنسي ترقي

انساني تجربن ۽ مشاهدن وسيلي جيڪي نتيجا حاصل ڪيا ويندا آهن، ان کي سائنس چئبو آهي. سائنس، بنيادي حقيقتن ۽ اصولن کي دريافت ڪندي آهي ۽ انهن جي مدد سان انساني ضرورتن کي پورو ڪندي آهي.

چوندا آهن تہ ’ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي‘. اڄ تائين دنيا ۾ جيڪي بہ ايجادون ٿيون آهن، اهي سڀ ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ ٿيون آهن. جڏهن انسان جون ضرورتون وڌنديون آهن، تہ سائنسدان نيون نيون شيون ايجاد ڪندا آهن. هاڻوڪي دور ۾ سائنس ايتري تہ ترقي ڪئي آهي، جنهن کي ڏسي انسان جو عقل حيران ٿيو وڃي.

اسان ٽيليفون کي ئي ڏسون، جيڪا ڏيڍ سَو سال اڳ گراهم بيل نالي سائنسدان ايجاد ڪئي. شروعاتي طور ٽيليفون ٿوري مفاصلي تي ڳالهائڻ لاءِ استعمال ٿيندي هئي. پوءِ آهستي آهستي ان جي وسيلي آواز پري پري تائين وڃڻ لڳو. سائنس جي هن ترقيءَ جي ڪري ٽيليفون وسيلي هڪ شهر کان ٻئي شهر، هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ، ائين دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پيغام ڏيئي وٺي سگهجي ٿو.

موجوده دَور ۾ سائنس جي هڪ وڏي ترقي ڪمپيوٽر جي ايجاد آهي. ڪمپيوٽر جي ايجاد دنيا ۾ وڏي هلچل مچائي ڇڏي. شروعاتي دور ۾ ڪمپيوٽر ايترو تہ وڏو ۽ مهانگو هوندو هو، جو صرف فئڪٽريون، آفيسون ۽ وڏا ادارا ئي استعمال ڪري پئي سگهيا. هاڻي سائنسدانن جي ڪوشش جي ڪري ڪمپيوٽر ايترو تہ ننڍو ۽ سستو ٿي ويو آهي، جو گهر هجي، تعليمي ادارو يا ڪا آفيس، هر جاءِ تي استعمال ٿي رهيو آهي. ڪمپيوٽر علمي، سائنسي ۽ معاشرتي ضرورتن کي پورو ڪري ٿو. اڄ جي دور

۾ اهو انساني زندگيءَ جو لازمي حصو بڻجي ويو آهي، ۽ زندگيءَ جي هر ميدان ۾ ڪاميابيءَ سان استعمال ڪيو پيو وڃي.

ڪمپيوٽر جي ايجاد جي ڪري پهريائين جيڪي ڪم ناممڪن هئا، سي هاڻ ممڪن ٿي ويا آهن. جنهن جو سڀ کان وڏو استعمال انٽرنيٽ جي ايجاد آهي. هاڻي ته ڪمپيوٽر کان اڳتي ٻيون به شيون جهڙوڪ: فون، موبائيل فون، ليپ ٽاپ، آءِ پئڊ، آءِ فون ۽ ٽيبليٽ وغيره استعمال ۾ اچڻ لڳا آهن.

ٽيليويزن جي ايجاد کان اڳ ماڻهو صرف ريڊيو جي وسيلي ئي پنهنجي دل وندرائيندا هئا. ريڊيو جي وسيلي صرف آواز ٻڌي سگهبو آهي پر تصوير ڪانه ڏسي سگهبي هئي. سائنسدانن آواز سان گڏ تصوير کي به پري تائين پهچائڻ لاءِ سوچيو ۽

انهن جي ڪوشش سان ٽيليويزن ايجاد ٿي، جنهن جي وسيلي نه صرف آواز پر تصوير به ڏسي سگهجي ٿي. شروع ۾ ٽيليويزن جا پروگرام صرف اڇا ۽ ڪارا ڏسڻ ۾ ايندا هئا، پر آهستي آهستي سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ترقيءَ کان پوءِ پروگرام رنگين نظر اچڻ پيا. اڳ ۾ ٽي.وي تي صرف هڪ چئنل هلندو هو، پر هن دور ۾ ڪيترائي چئنل هڪ ئي وقت تي هلن ٿا. ٽيليويزن ذريعي ثقافتي، تعليمي، تحقيقي، تفريحي ۽ ادبي پروگرام پيش ڪيا ويندا آهن. ٻار هجي يا پوڙهو، ننڍو هجي يا وڏو، عام ماڻهو هجي يا شاگرد، مطلب ته زندگيءَ جي هر شعبي سان تعلق رکندڙ ماڻهو هن مان لطف اندوز ٿيندا آهن. هاڻ ڊش ۽ ڪيبل ذريعي اوهان پنهنجي ٽيليويزن تي مختلف قسمن جا چئنل ڏسي سگهو ٿا.

اڄ جي دَور ۾ جن سائنسي ايجادن هلچل مچائي آهي. انهن ۾ مصنوعي خلائي سيارا ۽ راڪيٽ شامل آهن. سائنسدان هن وقت تائين ڪيترائي خلائي سيارا ۽ راڪيٽ خلا ۾ موڪلي چڪا آهن، هن وقت ڪمپيوٽر ۽ موبائيل فون هڪجهڙي انداز

۾ ڪم ڪري رهيا آهن. هنن ٻنهي ذريعن ۾ گوگل ۽ انٽرنيٽ جي وسيلي هر فرد ٻئي فرد سان ۽ هر قوم ٻي قوم سان اهڙيءَ طرح تڪڙي رابطي ۾ اچي ويا آهن، جو هڪ خاندان وانگر محسوس ٿين ٿا. موبائيل فون ۾ اهڙي قسم جا طريقا رکيل آهن، جيڪي اسان کي پنهنجي آس پاس واري ماحول کان واقف ڪندا رهن ٿا ۽ انهن جي وسيلي

اسان پنهنجي هر قسم جي مدد هڪ يا ٻن منٽن ۾ حاصل ڪري سگهون ٿا. اسان خود به ڪنهن جاءِ ماڻهوءَ جو پتو به لڳائي سگهون ٿا. گوگل جي وسيلي اسان هر قسم جي معلومات به حاصل ڪري سگهون ٿا. ڪمپيوٽر جي مدد سان اسان مينهن، طوفان ۽ موسم بابت وقت کان به گهڻو اڳ ۾ اطلاع حاصل ڪري سگهون ٿا ۽ بچاءَ لاءِ ڪي تدبيرون ڪري سگهون ٿا.

موبائيل فون، ڪمپيوٽر ۽ ٽيليويزن جو غلط استعمال ٻارن کي پڙهائيءَ کان پري ڪرڻ جو سبب بڻجي رهيو آهي. ان ڪري ٻارن جي صحت تي خراب اثر پئجي رهيا آهن. ٽيليويزن وغيره جي اسڪرين مان نڪرندڙ شعاع ٻارن جي نظر کي ڪمزور ڪن ٿا. ان ڪري اسان کي گهرجي ته سائنسي ايجادن کي صحيح مقصدن لاءِ استعمال ڪريون ۽ ٻين کي به صحيح استعمال ڪرڻ جي تلقين ڪريون ته جيئن سائنسي ايجادن جي غلط استعمال جي نقصان کان بچي سگهون. ان ۾ ئي سڀني انسانن جي ڀلائي آهي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. ’ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي‘ جو مطلب ڇا آهي؟
2. ٽيليفون ڪڏهن ۽ ڪنهن ايجاد ڪئي؟
3. ابتدائي دور ۾ ڪمپيوٽر ڪهڙو هو؟

4. ڪمپيوٽر اڄڪلھ ڪھڙين جديد صورتن ۾ استعمال ٿئي ٿو؟
5. سائنسي ترقيءَ جا فائدا ٻڌايو؟
6. ٽيليويزن، موبائيل فون ۽ ڪمپيوٽر جي غلط استعمال جا نقصان بيان ڪريو؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ استعمال ڪريو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ايجاد | | |
| تلقين | | |
| رفتار | | |
| مصنوعي | | |
| شعاع | | |

(ج) هيٺ ڏنل اصطلاحن جي سمجھاڻي ڏيو:

- پير پائڻ
- جبل جھاڳڻ
- ڪلي ڪيڪارڻ
- چپ چورڻ
- دونهين دُکائڻ
- مُنهن موڙڻ

(د) سبق ۾ ڏنل سائنسي ايجادن جا نالا ۽ ڪم بيان ڪريو؟

**سکيا جي حاصلات**

- هوائي اڏن ۽ بندرگاهن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ
- درست جواب لکڻ
- نون لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ
- اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ملائي نوان لفظ ناهڻ

سبق ٽيويهون

# پاڪستان جا هوائي اڏا ۽ بندرگاهہ

پنهنجي ملڪ کان ٻين ملڪن ڏانهن سفر ڪرڻ يا واپار جي اچ وڃ لاءِ بحري ۽ هوائي جهازن جي ضرورت پوندي آهي، جنهن ذريعي دنيا سان رابطي ۾ رهي سگهجي ٿو. مواصلاتي نظام کي هلائڻ لاءِ هوائي اڏن ۽ ساموندي بندرگاهن جي ضرورت پوندي آهي.

اسان جي ملڪ ۾ ڪيترائي هوائي اڏا آهن، جن ۾ جناح انٽرنئشنل ايئرپورٽ ڪراچي، علامہ اقبال انٽرنئشنل ايئرپورٽ لاهور، بينظير انٽرنئشنل ايئرپورٽ اسلام آباد، ڪوئيٽا انٽرنئشنل ايئرپورٽ، فيصل آباد انٽرنئشنل ايئرپورٽ، ملتان انٽرنئشنل ايئرپورٽ، سيالڪوٽ انٽرنئشنل ايئرپورٽ، ڊيرا غازي خان انٽرنئشنل ايئرپورٽ، گوادر انٽرنئشنل ايئرپورٽ ۽ شيخ زيد انٽرنئشنل ايئرپورٽ رحيم يار خان اهم آهن. انهن هوائي اڏن تي پاڪستاني جهازن کان سواءِ دنيا جي ٻين ملڪن جا جهاز بہ اچن

وجن ٿا. ڪي باربردار جهاز دنيا جي ٻين ملڪن جو تجارتي سامان هتي کڻي ايندا آهن، جنهن مان ملڪ کي چڱو فائدو حاصل ٿئي ٿو. جيڪي شيون پاڪستان ۾ ناهن، اهي ٻاهران گهرايون وينديون آهن. عالمي سياح پاڪستان جي اترين علائقن، موهن جو دڙو ۽ هڙاپا وغيره گهمڻ لاءِ هتي جهازن وسيلي اچن ٿا. اهڙيءَ طرح اسان جا پاڪستاني ٻه ٻين ملڪن ڏانهن سفر لاءِ هوائي جهازن جي سواريءَ کي اهميت ڏين ٿا، ڇاڪاڻ ته جهاز ٿوري وقت ۾ مسافرن کي هڪ شهر کان ٻئي شهر يا ملڪ تائين پهچائڻ ۾ دير ئي نه ٿا ڪن.

اسان جي ملڪ پاڪستان جو بحري نظام خاص اهميت رکي ٿو. ڪراچي پاڪستان جو وڏو بندرگاهه آهي. اهو بندرگاهه هن وقت دنيا جي توجهه جو مرڪز بڻيل آهي ۽ سڄي ملڪ جو واپار هتان ئي هلي ٿو. هن شهر ۾ ڪراچي انٽرنئشنل ڪنٽينر ٽرمينل قائم ڪيو ويو آهي، جتي ٻين ملڪن جا ڪنٽينر ٻه سامان کڻي ايندا آهن. ان کان سواءِ گوادر ۾ ٻه انٽرنئشنل ڪنٽينر ٽرمينل قائم ڪيو ويو آهي، جتان پاڪستان جي پاڙيسري ملڪن کي واپار جوموقعو مليو آهي. هن وقت گوادر انٽرنئشنل پورٽ چين سميت وچ ايشيا جي ڪيترن ئي ملڪن جي ڌيان جو مرڪز بڻجي چڪو آهي. هن پورٽ کي جديد ۽ خوبصورت انداز ۾ ٺاهيو ويو آهي. ان کان سواءِ ڪراچيءَ ۾ پورٽ قاسم ٻه هڪ اهڙوئي بندر آهي، جتان واپاري پنهنجو سامان ڏيساور موڪليندا آهن. ان سان گڏ سنڌ ۾ ڪيٽي بندر ۽ شاهه بندر تي هوڙهن وسيلي جهينگا ۽ مڇي ماري ڪراچيءَ ۾ موڪليا ويندا آهن. بلوچستان ۾ پسني پورٽ پڻ واپار لاءِ بنيادي حيثيت رکي ٿو. هن بندر تي پڻ مڇي مارڻ جو جوڳو بندوبست ٿيل آهي، جتان اها مڇي گوادر آنديويندي آهي، جتان پاڪستان جي اندروني توڙي عالمي منڊين ڏانهن موڪلي ناڻو ڪمايو ويندو آهي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. پاڪستان ۾ ڪهڙا مشهور هوائي اڏا آهن ؟
2. بن قاسم پورٽ ڪهڙي شهر ۾ آهي؟
3. گوادر پورٽ ڪهڙي صوبي ۾ آهي؟
4. اسلام آباد جي هوائي اڏي جو نالو ڇا آهي؟

5. علامہ اقبال انٽرنئشنل ايئرپورٽ ڪٿي آهي؟
6. هوائي اڏا ۽ بندرگاھہ ڇو ضروري آهن؟
7. مواصلاتي نظام کي هلائڻ لاءِ ڪهڙي شيءِ جي ضرورت آهي؟
8. پسني پورٽ ڪهڙي صوبي ۾ آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ استعمال ڪريو:**

ڏيساور، واپار، هوڙا، ناٽو، ايئرپورٽ، عالمي

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا واحد ۽ جمع ڳوليو:**

| واحد | جمع | جمع | واحد |
|---|---|---|---|
| اڏو | | ديرا | |
| رابطو | | سواريون | |
| ڳاهيو | | منديون | |

**(د) اڳياڙيون پڇاڙيون ملائي نوان لفظ ٺاهيو:**

جيئن:

| اڳياڙي | پڇاڙي |
|---|---|
| اڻهوند | عقلمند |
| ڪُلچڻ | راضپو |

**(ھ) سنڌ جي اهم شين انبن ۽ کجور جي دنيا جي منڊين ۾ اهميت بابت پنهنجن لفظن ۾ مضمون لکو.**

**سرگرمي:** اوهان جيڪڏهن ڪو هوائي اڏو گهميو هجي تہ ان جو اکين ڏٺو احوال لکو.

سکيا جي حاصلات

- سنڌ جي آبپاشي نظام بابت ڄاڻڻ
- سکر بئراج جي اهميت بابت ڄاڻڻ
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ
- لفظن جي صورتخطيءَ کي درست ڪرڻ
- مضمون لکڻ

سبق چوويهون

# سکر بئراج

سنڌ صوبي جي زراعت جو دارومدار سنڌونديءَ جي پاڻيءَ تي آهي. هن وقت سنڌ ۾ سنڌو درياهَ تي ٽي بئراج اڏيل آهن. موجوده آبپاشي جي جديد نظام جو بنياد انگريز سرڪار وِڌو. درياهَ جي بَچاءَ بندن کي سوگهو ڪري ان جا وهڪرا سوڙها ڪري درياهَ تي بئراجن جو بنياد وِڌو ويو. هن آبپاشي نظام ذريعي سنڌ جي لکين ايڪڙ زمين آباد ٿي رهي آهي. سنڌو درياهَ تي ٽي بئراج اڏيل آهن، جن جا نالا گڊو بئراج، سکر بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج آهن.

گڊو بئراج سنڌو درياهَ تي ڪشمور پرسان اڏيل آهي هِي بئراج 1962ع ۾ تيار ٿيو. هن ۾ سَٺ فُٽ ويڪرا ۽ چوهٺ فٽ ڊگها دروازا لڳل آهن. هن بئراج ۾ ٻارنهن لک ڪيوسڪ پاڻي نيڪال ڪرڻ جي گنجائش آهي. هن مان نڪرندڙ واهن تي سنڌ ۽ بلوچستان جي لکين ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي.

ڪوٽڙي بئراج ڄامشوري وٽ سنڌو درياهَ تي اڏيل آهي. هِي بئراج 1955ع ۾ تعمير ٿيو. هن بئراج جي ڪاٻي پاسي کان ڦليلي، پڃاري ۽ اڪرم واهه نڪرن ٿا.

جيڪي لاڙ علائقي جي زمين آباد ڪن ٿا. بئراج جي ساڄي پاسي ڪلري بگهياڙ واهه نڪري ٿو، جنهن مان، چام شوري، نتي ۽ سجاول ضلعن جي زرعي زمين آباد ٿئي ٿي. ان ڪان سواءِ هن بئراج مان ڪراچي شهر کي پاڻي به مهيا ڪيو وڃي ٿو.

اچ اسين سکر بئراج بابت وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪنداسين.

سکر بئراج سکر شهر جي پرسان اڏيل آهي. انهيءَ ڪري هن کي سکر بئراج سڏيو وڃي ٿو. جيڪو 1932ع ۾ جُڙي راس ٿيو، هي پاڪستان جو سڀ ڪان وڏي آبپاشي نظام ۽ ٻوڏ کان بچاءَ جو بئراج آهي. هِن بئراج کي 60 فُٽ ويڪرا ۽ 66 فُٽ ڊگها دروازا لڳل آهن. هر هڪ دروازي جو وزن 50 ٽن آهي. هن بئراج مان ست ڪئنال ۽ هڪ واهُ نڪري ٿو. بئراج جي کابي پاسي کان نارا ڪئنال، ميرواهه ڪئنال، روهڙي ڪئنال ۽ اَبل واهه آهن ۽ ساڄي پاسي کان دادو ڪئنال، رائيس ڪئنال ۽ کيرٿر ڪئنال نِڪرن ٿا. مطلب ته سکر بئراج ذريعي سنڌ ۽ بلوچستان جي لکين ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي. سکر بئراج مان واهن ۽ ڪئنالن تي آباد ٿيندڙ زمين تي ڪڻڪ، ساريون، ڪپهه، ڪمند، تيلي ٻج، ميوا ۽ ڀاڄيون پوکيون وڃن ٿيون، جيڪي مقامي ماڻهن جي گذر سفر جو وڏو وسيلو آهن. سکر بئراج مان نڪتل کيرٿر ڪئنال، رائيس ڪئنال ۽ دادو ڪئنال تي سارين جو فصل تمام سنو ٿئي ٿو. ان ڪري لاڙڪاڻي کان ميهڙ تائين واري علائقي کي 'ساريال وارو علائقو' چئجي ٿو. هتي ڪلراٺي زمين هئڻ سبب پاڻي هر وقت موجود رهي ٿو.

هن بئراج جي پرسان هڪ ميوزيم پڻ آهي، جيڪو 'سکر بئراج ميوزيم' جي نالي سان مشهور آهي. جنهن ۾ هن بئراج جا ماڊل ۽ ٻيون دلچسپ شيون ڏِسڻ وٽان آهن. اهو ميوزيم بئراج بابت ڄاڻ پڻ مهيا ڪري ٿو. سکر بئراج جي پرسان درياهَ جي ڪناري 'لبِ مهراڻ' پارڪ به آهي، اهو پارڪ سير ۽ تفريح جي لاءِ هڪ وٽندڙ جاءِ آهي.

سکر بئراج کي 2010ع جي مها ٻوڏ ۾ وڏو نقصان پهتو. ان ڪري هن بئراج جا ڪجھ دروازا ٻوڏ دوران بند ڪيا ويا، جنهنڪري سنڌ جا ڪيترائي شهر پاڻيءَ ۾ ٻُڏي ويا ۽ تمام گهڻو نقصان ٿيو. هن بئراج تي سڀ کان وڌيڪ زرعي زمين آباد ٿئي ٿي. مطلب ته سنڌ صوبي جي گهڻي آباديءَ جي گذر سفر جو دارومدار هن آبپاشي نظام سان لاڳاپيل آهي. ان ڪري سکر بئراج تي وڌيڪ توجھ ڏيئي، زراعت کي ترقي ڏني وڃي ۽ اناج، ميوا ۽ ڀاڄيون وغيره ڏيساور ۾ موڪلي، ملڪي ناڻي ۾ اضافو ڪجي.

## مشق

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

1. هن بئراج کي 'سکر بئراج' ڇو سڏيو وڃي ٿو؟
2. پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو آبپاشي نظام ڪهڙو آهي؟
3. مها ٻوڏ ڪهڙي سال ۾ آئي؟
4. سکر بئراج مان ڪيترو پاڻي گذري ٿو؟
5. سکر بئراج جي ساڄي پاسي کان ڪهڙا ڪئنال نڪرن ٿا؟
6. سکر بئراج جي کاٻي پاسي کان ڪهڙا ڪئنال نڪرن ٿا؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

آباد، مها، اضافو، ناڻو، سوگهو، اڏيل، دارومدار

(ج) صحيح جواب تي نشان ( ✓ ) لڳايو:

1. ڪوٽڙي بئراج جُڙي راس ٿيو.
(1955ع، 1965ع، 1940ع)
2. اَبل واهه بئراج مان نڪري ٿو.
(گڊو بئراج، سکر بئراج، ڪوٽڙي بئراج)
3. گڊو بئراج سنڌ جي شهر وٽ اڏيل آهي.
(خيرپور، لاڙڪاڻو، ڪشمور)
4. سنڌو درياهه تي آخري اڏيل بئراج آهي.
(سکر، گڊو، ڪوٽڙي)
5. سکر بئراج کي دروازا آهن.
(46، 56، 66)

(د) هيٺ ڏنل جملن ۾ ڪتب آندل لفظن جي صورتخطيءَ کي درست ڪريو:

1. صکر بئراج پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو بئراج آهي.
2. سکر بئراج لکين ايڪڙ زمين عاباد ڪندو آهي.
3. سنڌ هک زرعي سوبو آهي.
4. سنڌ ۾ ٽي اهم بئراج ڪائم ٿيل آهن.

(هه) ٻارو! اوهان سکر بئراج بابت پنهنجن لفظن ۾ مضمون لکو.

**سکيا جي حاصلات**

- پورهيت جي عظمت بابت ڄاڻ
- نظم سُر ۽ لئه سان پڙهڻ
- شعر جي سمجهاڻي ڏيڻ
- واحد لفظن جا جمع لکڻ

سبق پنجويهون

# پورهيت جي عزت

جيڏو ظاهر سادو آهين،
ايڏو اندر اُجرو آهين،
پورهئي جو تون پتلو آهين،
هيءُ مجيل آ هاري پورهيت،
تنهنجي عزت قوم جي عزت!

پنهنجي تن تي ڦاٽل پائين،
خوشحالن کي پَٽ پهرائين،
پاڻ اڌورو ڪاڌو کائين،
دنيا وارا ڍوَ تي ڍائين،
تنهنجي گهر ۾ پوءِ به غربت،
تنهنجي غربت قوم جي غربت!

هاري همت وارو آهين،
ڌرت ڌکر سان سينو ساهين،
کاهين پوکين لاهين ڳاهين،
جهنگ سنواري جنت ناهين،
رنگ رچائي تنهنجي محنت،
تنهنجي محنت قوم جي محنت!

جيڪي توکي جاهل رکندا،
ڪنڌ اُهي پوءِ کهڙو کڻندا،
ڳوٺ ڳوٺ اسڪول به ٺهندا،
تنهنجا ننڍڙا ٻچڙا پڙهندا،
علم ته آهي تنهنجي دولت،
تنهنجي دولت قوم جي دولت!

تنهنجي حق لئہ أٹُو پوندو،
تنهنجو سيکجھ وڻُو پوندو،
ديس لئہ سيکجھ سهڻُو پوندو،
مُرکي جرکي جيئڻُو پوندو،
محنت محنت همت همت،
تنهنجي همت قوم جي همت.

- استاد بخاري

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. شاعر پورهئي جو پتلو کنهن کي سڏيو آهي؟
2. هن نظم ۾ شاعر هاريءَ جون کهڙيون وصفون بيان کيون آهن؟
3. هاريءَ کي پنهنجي حق لاءِ شاعر کهڙي صلاح ڏئي ٿو؟
4. 'ڏرت ڏکر سان سينو ساهڻ' مان شاعر جي ڇا مراد آهي؟
5. هن نظم ۾ علم کي ڇا سڏيو ويو آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع لکو:**

عزت، قوم، محبت، سادو، مُرک، سينو

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي پنهنجن جملن ۾ کم آڻيو:**

خوشحال، اڏورو، سنواري، مرکي، غربت

**(د) هيٺ ڏنل نظم جي بند کي پڙهي سمجهاڻي لکو.**

- پنهنجي تن تي ڦاٿل پائين،
  خوشحالن کي پَٽ پهرائين،
  پاڻ اڏورو کاڏو کائين،
  دنيا وارا ڍوَ تي ڍائين،
  تنهنجي گهر ۾ پوءِ بہ غربت،
  تنهنجي غربت قوم جي غربت!

**ياد رکو تہ:** استاد بخاريءَ جو اصل نالو سيد احمد شاهہ بخاري آهي. هُو دادو شهر جو رهاکو هو. هُو سنڌي ٻوليءَ جو عوامي شاعر آهي.

**استاد لاءِ هدايت:** هي نظم شاگردن کان سُر ۽ لئہ ۾ چورايو وڃي.

**سکيا جي حاصلات**

- لوڪ آکاڻيءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ
- ٻڌيءَ جي اهميت سمجھڻ
- مناسب لفظن سان خال ڀرڻ
- جملي ۾ ڏنل لفظن جي ترڪيب ٻڌائڻ

سبق چويهون

# ٻڌيءَ ۾ برڪت

**احمد:** ادا! بابا لوڪ آکاڻين جو ڪتاب آندو آهي، ان ۾ مون ٻڌيءَ بابت هڪ آکاڻي پڙهي، جيڪا نهايت دلچسپ آهي.

**انور:** پوءِ اها آکاڻي مون کي به ٻُڌاءِ.

**احمد:** ادا! آکاڻي هن طرح آهي ته هڪڙو غريب شخص روزگار لاءِ پنهنجا ٻار ٻچا ونئي پرديس ڏانهن پئي ويو. هلندي هلندي ڪين وات تي شام ٿي ويئي، سو هڪڙي وڻ هيٺ اچي ڏاٻو ڪيائون. اُتي اُن شخص پنهنجي پٽ کي چيو ته ابا! تون ڪاٺيون ڪري اچ، ڌيءَ کي چيائين ته امان! تون پاڻي ڀري اچ ۽ زال کي چيائين تون ماني پچائڻ لاءِ اٽو ڳوهه. حڪم ملڻ شرط سيڪو پنهنجي پنهنجي ڪم کي لڳي ويو. باقي پاڻ ويهي، نوڙي وٽڻ لڳو.

ان وڻ تي هڪڙو پکي وينو هو، جنهن سارو لقاءُ ويٺي ڏٺو. اُن، غريب شخص کان پڇيو، ”اي شخص! تون نوڙي ڇو ٿو وٽين؟“ غريب جواب ڏنس ته ”هن نوڙيءَ سان توکي ڦاسائي ٻَڌندس، پوءِ توکي ڪُهي گوشت رڌي کائينداسين.“ پکيءَ اُن شخص ۽ سندس ڀاتين جي ٻڌي ڏٺي هئي، سو پڪ ٿيس ته هي مون کي پڪڙي وٺندا. هاڻي انهن کان جند ڪيئن ڇڏايان! اها ڳالهه ڳڻي غريب شخص کي چيائين ته ”آءٌ توکي خزاني جي جاءِ ڏسيان ٿو، اُتان خزانو کڻي پنهنجو گذران ڪر، پر مون کي معاف ڪر.“ اُن شخص چيس ته ”ٻڌاءِ اهو ناڻو ڪٿي آهي؟“ پکي چيو ته ”هن وڻ جي پاڙ ۾ مڙس جيترو هيٺ کوٽ ته توکي ناڻو ملندو.“ غريب شخص پکيءَ جي ڏس تي عمل ڪيو ۽ خزانو کڻي، پنهنجن ٻارن ٻچن سميت واپس گهر آيو ۽ خوش گذارڻ لڳو.

انهيءَ غريب شخص جي ڀاءُ جڏهن اوچتو ئي اوچتو پنهنجي ڀاءُ وٽ ايتري مايا ڏٺي، سو حيران ٿي ويو ته اڳي کائڻ لاءِ ڪجهه به ڪونه هوس ۽ هاڻي هن جهڙو ڪو سُکيو آهي ئي ڪونه! پوءِ پنهنجي ڀاءُ کان پڇيائين ”ادا! ڪر خبر توکي اهو ازغيبي

خزانو ڪٿان هٿ لڳو!“ تنهن تي اُن شخص پکيءَ وارو سمورو قصو ڪري ٻڌايس. هن کي ٻه اڇي ناڻي هٿ ڪرڻ جو شوق ٿيو. سو پنهنجا ٻار ٻچا وٺي اچي ان وڻ هيٺان وينو ۽ پنهنجن پاتين کي سڏي ڏار ڏار ڪم ڏسيائين، پر انهن چيو ته، اسين پنڌ ڪونه وينداسين. اسان کان اهو ڪم ڪونه پُڄندو. جڏهن سيني انڪار ڪيو، تڏهن پاڻ ويهي نوڙي وٽڻ لڳو. اهو ڏسي ساڳئي پکي پڇيس ته: ”ميان! نوڙي ڇا جي لاءِ پيو وٽين؟“ تنهن تي غريب شخص جي ياءُ چيس ته: ”هن سان توکي ٻڌندس.“ پکيءَ چيس ته: ”ڀهرين تون پنهنجو گهر ته ٻَڌُ. توکان گهر ئي ٻڌو ڪونه ٿيو آهي، سو مون کي ڪيئن ٻڌي سگهندين!“ ائين چئي پکي اُڏامي هليو ويو ۽ هي جهڙو ويو تهڙو هٿين خالي موٽي آيو.

**انور:** واهه جي ڪهاڻي آهي! ان مان اهو سبق ملي ٿو ته جيستائين اسين سڀ ويڇا وساري هڪ نه ٿينداسين، تيستائين اسان ترقي نه ڪري سگهنداسون. ترقي حاصل ڪرڻ لاءِ هميشه عمل جي ضرورت هوندي آهي. پر اهو عمل صحيح تڏهن ٿيندو، جڏهن قوم ۾ مڪمل اتحاد ۽ ايڪو هوندو.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. پکيءَ غريب ماڻهوءَ کي خزاني جو ڇو ڏس ڏنو؟
2. غريب ماڻهوءَ جي ياءُ کي پکيءَ ڪهڙو جواب ڏنو؟
3. هن سبق مان اسان کي ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| جند | | |
| مايا | | |
| ازغيبي | | |
| اتحاد | | |
| لقاءُ | | |

**(ج) هيٺ ڏنل خال ڀريو:**

1. ان وڻ تي هڪڙو پکي وينو هو، جنهن سارو .......................... ڏٺو.
2. اتان ...................... ڪڏي پنهنجو گذران ڪر.
3. ائين چئي .................... اڏامي هليو ويو ۽ هي جهڙو ويو تهڙو .................. خالي موٽي آيو.
4. واهه جي .......... آهي. ان مان اهو سبق ملي ٿو تہ اسين سڀ ............................ وساري ڇڏيون.

**(د) گرامر موجب لفظن جي ڏار ڏار شڪل ٻڌائڻ ۽ جملي جي ٻين لفظن سان انهن جو واسطو ڏيکارڻ ڪي ترڪيب چوندا آهن، مثال طور: مصدر جي ترڪيب هن ريت ڪبي آهي:**

**جملو:** لکڻ چڱو ڪم آهي.

مثال: لکڻ: اسم مصدر، حالت مفعولي

**سرگرمي: اوهان جيڪڏهن پکيءَ جي جاءِ تي هجو ها تہ ڇا ڪريو ها؟**

(استاد ڪوشش ڪري ٻارن کان انفرادي طرح سان وڏ ۾ وڏ درست جواب حاصل ڪري.)

سکيا جي حاصلات

- تاريخي ماڳن مڪانن بابت ڄاڻڻ
- سير تفريح مان لطف اندوز ٿيڻ
- ابتڙ لفظن جو استعمال سکڻ
- غلط محاورن ۾ پهاڪن کي درست ڪرڻ
- خط لکڻ

سبق ستاويهون

# مڪليءَ جو سير

اڄ عيد جي ٽئين ڏينهن تي حيدرآباد ۾ جهڙالي موسم هئي. بابا چيو تہ اونهاري جون موڪلون بہ آهن. موسم بہ ڏاڍي سني آهي. تيار ٿيو تہ اڄ ٺٽي شهر هلي، مڪليءَ جو قبرستان گهمي اچون.

آءٌ ۽ منهنجون بہ پيئرون الماس، رباب، بابا ۽ امان سان گڏجي هڪ سَو ڪلوميٽرن جي پنڌ تي مڪليءَ پهتاسين.

بابا اسان کي هن تاريخي قبرستان بابت ٻڌايو.

”چون ٿا تہ مڪلي ٽڪريءَ جي مُقام ۾ لکين انسان دفن ٿيل آهن، جن مان سوا لک تہ بزرگ هستيون هتي آرامي آهن. مڪلي ٽڪري کيرٿر جبل جي سلسلي جي هڪ شاخ آهي.“

1981ع ۾، عالمي اداري يونيسڪو، مڪليءَ کي عالمي ورثو قرار ڏنو آهي.

اسان مڪليءَ تي موجود عبدالله شاهہ اصحابيءَ جي مزار تي حاضري ڀري، ان کان پوءِ بابا اسان کي ڄام نظام الدين سمي جي مزار تي وٺي ويو. بابا ٻڌايو تہ هيءُ سنڌ جي سمي بادشاهہ ڄام نظام الدين جو مقبرو آهي، جنهن کي سنڌ جا ماڻهو عام طور ’ڄام ننڊو‘

سڏيندا آهن. هن سنڌ تي امن امان سان 48 سال حڪومت ڪئي.
سندس مقبري جي ڇت مڪمل نہ آهي، ليڪن هن مقبري جي ديوارن تي جيڪو پٿر تي اُڪر جو عاليشان ڪم ٿيل آهي، اهو پنهنجو مثال پاڻ آهي. هن مقبري جون چورس ديوارون پٿر جون ٺهيل آهن. اهي تمام اُوچيون ۽ ويڪريون آهن. اولهہ واري ديوار ۾ محراب ٺهيل آهي، ۽ ان جي ئي پاسي کان هڪ ننڍو دروازو آهي، جنهن مان مقبري ۾ اندر وڃي سگهجي ٿو. ڏکڻ واريءَ ديوار مان اندران هڪ ڏاڪڻ ٺهيل آهي، جنهن تان مٿي وڃي سگهجي ٿو.
مڪليءَ جي شروعاتي حصي ۾، ڄام نظام الدين جي مقبري جي سامهون اولهہ پاسي، دولهہ دريا خان جي مزار آهي. دولهہ دريا خان، ڄام نظام الدين جو وزيراعظم ۽ سپهہ سالار هو. هن جو اصل نالو قبوليو هو، ليڪن بهادريءَ، جرئت منديءَ، عقلمنديءَ، ڏاهپ ۽ سندس ڪيل ڪارنامن سبب، مختلف وقتن تي ڪيس ڄام ننڍي پاران ڌار ڌار لقبن سان نوازيو ويو هو، جنهنڪري هي دولهہ دريا خان، مبارڪ خان ۽ خان اعظم سڏجڻ لڳو. سنڌ جي هن سپوت جي بهادريءَ جا ڪيترائي ڪارناما آهن. هن پنهنجي سپهہ سالاريءَ دوران ڪنهن بہ ڌارئي کي سنڌ ۾ پير ڄمائڻ نہ ڏنا ۽ سنڌ جي سرحدن جي بهادريءَ سان حفاظت ڪئي. دولهہ دريا خان جي مزار هڪ چوديواريءَ اندر آهي. هيءَ چوديواري بہ پٿر جي ٺهيل آهي ۽ سڄي چوديواريءَ تي اندران توڙي ٻاهران اُڪر ۽ چٽساليءَ جو ڪم ٿيل آهي. چوديواريءَ جي اولهہ ۾ محراب ٺهيل آهي. اوڀر ۽ ڏکڻ کان بہ وڏا محرابي دروازا ٺهيل آهن. هن چوديواريءَ اندر بہ ڪي قبرون آهن، جن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اُهي ساٿس گڏ شهيد ٿيل سندس پٽن، مائٽن ۽ ٻين ساٿين جون آهن.
بابا ٻڌايو تہ ڄام تماچي ۽ نوري مهاڻيءَ جو قصو مشهور آهي، جنهن کي شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ بہ ڳايو آهي. ڄام تماچيءَ جو مقبرو بہ مڪليءَ تي شيخ حماد جماليءَ جي جامع مسجد جي اوڀر ۾ موجود آهي.
ان کان پوءِ مون بابا کان سوال ڪيو تہ، بابا! مڪليءَ تي اهو نالو ڪيئن پيو؟
بابا چيو تہ مڪلي هتي جي ئي هڪ پاڪدامن ۽ خداترس عورت هئي. ان جي نالي پٺيان هن ٽڪريءَ تي نالو پيو آهي. ان ڪانپوءِ اسان بابا کي چيو تہ اسان کي مائي مڪليءَ جي مزار بہ ڏيکاريو، جنهن بعد بابا اسان کي اتي وٺي ويو، جتي اسان گهران آندل ماني کاڌي.
ان کان پوءِ اسان سنڌ جي مشهور عالمن مخدوم محمد قاسم، مخدوم معين ٺٽوي عرف مخدوم ٺارو ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جون مزارون ڏسڻ سان گڏ سنڌ جي

نامور سياستدان شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ مشهور محقق ۽ عالم پير حسام الدين راشديءَ جي آخري آرامگاھ بہ ڏسڻ وياسين. واپسيءَ وقت سمن، ارغونن ۽ ترخانن جا ڪيترائي مقبرا ڏٺاسين، جن تي اُڪر جو تمام سنو ڪم ٿيل هو. اسان مرزا عيسيٰ خان ترخان جو مقبرو بہ ڏٺو. بابا ٻڌايو تہ اڳ ۾ ڏهن رپين جي نوٽ تي مڪليءَ جي هن مقبري جي تصوير بہ ڇپيل هوندي هئي. بابا ٻڌايو تہ هن قبرستان کي گهمڻ لاءِ مهينا کپن، هڪڙي ڏينهن ۾ بس ٿورو گهڻو ئي گُهمي سگهجي ٿو.

بهرحال هن قبرستان کي ڏسي اسان کي ڏاڍو مزو آيو. هر قبر جو پنهنجو ڏيک هو. هر مقبرو الڳ حيثيت رکي ٿو. مڪليءَ تي اجا روڊ رستا بهتر انداز ۾ ٺهيل نہ آهن، جيڪڏهن روڊ رستا ٺهي وڃن تہ مڪليءَ جو هيءُ قبرستان دنيا لاءِ توجهہ جو مرڪز بڻجي سگهي ٿو.

اسين نيٺ رات جو انين وڳي ڌاري واپس حيدرآباد، گهر پهتاسين، پر لڳي پيو تہ اجا مڪليءَ جي قبرستان ۾ گهمي رهيا آهيون، جتي سڄيءَ سنڌ جي تاريخ دفن ٿيل آهي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. سنڌ جا ماڻهو ڄام ننڍو ڪنهن کي چوندا آهن؟
2. مخدوم نارو ڪنهن کي چيو ويندو هو؟
3. دولهہ دريا خان ڪنهن جو سپهہ سالار هو؟
4. مڪليءَ جي قبرستان ۾ سنڌ جا ڪهڙا عالم ۽ اديب دفن ٿيل آهن؟
5. مڪليءَ کي ڪهڙي سال ۾ عالمي ورثو قرار ڏنو ويو؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

محقق، اُوچي، اُڪر، عاليشان، پاڪدامن، عالم

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو: جيئن زمين جو ضد آسمان آهي.**

سيراندي، دعا، حياتي، خوبصورت، عورت

**(د) هيٺ ڏنل غلط پهاڪن ۽ چوڻين کي درست ڪريو.**

1. جهڙي ڪرڻي جهڙي پرڻي
2. ڏاڍي جي لٺ کي تي متا.
3. سڪڻي ڪُني ٿورو ايامي.

**(ھ) پنهنجي دوست ڏانهن خط لکي مڪليءَ جي سفر بابت آگاهي ڏيو.**

**سکيا جي حاصلات**

- علم ڪيميا متعلق ڄاڻ
- علم ڪيميا جي فائدن کان آگاهه ٿيڻ
- مجهولي جملن کي معروفي جملن ۾ بدلائڻ
- غلط جملن کي درست ڪرڻ

سبق اناويهون

# علم ڪيميا

علم ڪيميا کي عام طور ڪيمسٽري چيو وڃي ٿو جيڪو ٻين مضمونن وانگر هڪ الڳ مضمون جي حيثيت رکي ٿو.

هي مضمون مادي وارين شين جي خاصيت سان تعلق رکي ٿو. مادي جون ٽي حالتون، نهرو، گئس ۽ پاڻياٺ ٿين ٿيون. ڌرتيءَ تي موجود سڀئي جسم پٿر، مٽي، ڪوئلو، هوا، پاڻي، ٻوٽا، مختلف عنصرن مرڪبن جي ائٽمن جي ملڻ سان ٺهيا آهن. سڀئي عنصر ۽ ٻيون مادي واريون شيون تمام باريڪ ذرڙن جون ٺهيل آهن جن کي ائٽم چيو وڃي ٿو. مادي جي ٽنهي حالتن جو هڪ ٻئي ۾ بدلجڻ ئي دراصل ڪيميائي تبديلي آهي. مثال: جڏهن ڪوئلو ٻري ٿو، ته دونهون يعني گئس ۽ خاڪ ناهي ٿو. جڏهن برف گرم ٿيندي ته اها پاڻياٺ ۾ تبديل ٿي ويندي. جڏهن پاڻيءَ کي ٽهڪائبو ته اهو ٻاڦ جي حالت ۾ گئس ۾ تبديل ٿي ويندو.

ابتدائي سائنسدانن جو خيال هو ته سڀئي مادي واريون شيون، مٽيءَ، هوا، باهه ۽ پاڻيءَ مان ٺهيل آهن، پر بعد ۾ ٻيا ڪيترا عنصر به ڳولي لڌا ويا، جن جو تعداد هن

وقت 106 ٿي ويو آهي، ۽ وڏيڪ عنصرن تي تحقيق ٿي رهي آهي. چيو وڃي ٿو تہ جيڪي جاندار ۽ ٻوٽا ڳري سڙي وڃن ٿا، سي زمين جي اندر ڪيميائي عمل ڪري، بدلجي ڪوئلي، گئس، پيٽروليم ۽ خام تيل جي شڪل اختيار ڪري ويا آهن.

ٻوٽا وري مختلف نامياتي يعني زمين تي پيدا ٿيندڙ شيون آهن، ٻوٽن مان سيني جاندار شين کي خوراڪ ۽ آڪسيجن ملندي رهي ٿي. اِها حقيقت ياد رکڻ گهرجي تہ جيڪڏهن ٻوٽا نہ هجن تہ جانور ۽ انسان بہ نہ هوندا. اِهي ٻوٽا ئي تہ آهن جيڪي سج مان روشني حاصل ڪري ۽ هوا مان ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ ۽ زمين مان پاڻي حاصل ڪري، پنهنجي لاءِ ڪيميائي عمل جي ذريعي ڪاڌو خوراڪ تيار ڪندا آهن. هنن ٻوٽن تي وري ٻين سيني جانورن جي زندگيءَ جو دارومدار هوندو آهي. ۽ اُنهن جانورن کي ٻيا جانور پنهنجي خوراڪ بنائيندا آهن.

ٿورو سوچ ويچار ڪري ڏسو تہ جيڪڏهن ٻڪري، مينهن ۽ ڳئونءَ کي کائڻ لاءِ گاهہ يعني ٻوٽا نہ ملن تہ ڇا ٿيندو. اِنهيءَ کان علاوه انسانن لاءِ گوشت، کير، مکڻ، کائڻ وارو تيل، معدنيات ۽ وٽامن نہ ملندا تہ نتيجو ڇا نڪرندو؟

اِها ڪيمسٽري يا علم ڪيميا ئي تہ آهي، جنهن جي وسيلي اسان کي خبر پوي ٿي جيڪا خوراڪ اسان کائون ٿا سا اسان جي بدن ۾ ڪيترن ئي ڪيميائي عملن جي ذريعي اسان جي بدن جو حصو بنجي پوي ٿي. اسان جي نشوونما، ڪم ڪار لاءِ توانائي حاصل ڪرڻ لاءِ خوراڪ جي ضرورت پوي ٿي جيڪا اسان کي ٻوٽن ۽ اُنهن تي گذران ڪندڙ ٻين جانورن مان حاصل ٿئي ٿي.

علم ڪيميا، جسماني ۽ عملي سائنس آهي، جيڪا هر جاءِ ۽ هر شيءِ ۾ موجود آهي. ڪنهن شيءِ کي ڇُهي سگهڻ، سمهڻ ۽ جاڳڻ بہ هن جو ردِعمل آهي. اسان جي اندروني دنيا مادي جي نهيل آهي، جيڪا توانائيءَ جي هڪ صورت مان ٻيءَ صورت ۾ تڪڙي تبديل ٿئي ٿي.

ماحول ۾ ڌاتن جو وڏو تعداد ٻين ڪيميائي شين سان گڏ ملاوتي حالت ۾ ملي ٿو. جن کي معدنيات چئبو آهي. ملاوتي ڌاتوءَ کي 'ڪچ ڌاتو' چئبو آهي. ڌاتوءَ کي ان جي ملاوت مان نج صورت ۾ ڪڍڻ کي 'سوڌڻ' يا 'ڌات ڪاري' چئبو آهي. مختلف ڪمن ڪارين لاءِ خالص ڌاتوءَ ۾ ملاوتن سان ٻيا ملاوتي ڌاتو يا مٺ تيار ڪيا ويندا آهن. جيئن: لوهہ مان رُڪ (اسٽيل)، ٽامي جي ملاوت سان چمڪندڙ سڪا وغيره ۽ ٻيون

خوبصورت روزمره جي استعمال جون شيون ٺهن ٿيون.

سڀ کان پهرين افلاطون، ارسطو ۽ ٻين فلاسافرن ۽ سائنسدانن، عنصرن بابت ڄاڻ ڏني. ان کان پوءِ رومين ڪيميائي هنرن کي اڃا به اڳتي وڌايو، جنهن ۾ ڌاتوگري، برتن سازي، ميناڪاري وغيره اچي وڃن ٿا.

مسلمانن جي وچئين دَور کي ڪيميا جو دور به سڏبو آهي. ڪيميادانن تجربيگاهه ۾ ڪم ايندڙ ڪيف، بيڪر، ڪوناري ۽ ڌاتن کي پگهرائڻ لاءِ تيزاب پاٽياٺ صاف ڪرڻ لاءِ ڪرنڦل، شين جي وزن معلوم ڪرڻ لاءِ تارازي ۽ بيمارين جي علاج لاءِ دوائون. اِنهيءَ ڪري جابر بن حيان کي ’ڪيميا جو ابو‘ ڪري چوندا آهن. الرازي، پهريون پيرو جراحي دوران بيهوش ڪرڻ واريون دوائون تيار ڪيون. اهڙيءَ ريت ابن سينا به هن ميدان ۾ ڪيتريون ئي خدمتون سرانجام ڏنيون.

مسلمان ڪيميادان خاص ڪري زندگي وڌائڻ ۽ ڌاتن کي سون ۾ بدلائڻ ۾ وڏي دلچسپي رکندا هئا. موجوده دور ۾ رابرٽ بائل، جَي بليڪ شيلي ۽ جان ڊالٽن مختلف گئسون ايجاد ڪيون ۽ مادي جي باري ۾ ائٽمي نظريو پيش ڪيو.

اسان کي کپي ته هڪ ذميدار شهري، سماج جي سڌريل، پڙهيل ڳڙهيل فرد جي حيثيت سان ماحول جي تقاضائن تي به نظر وجهون. جنهن ڌرتيءَ تي اسان جي بقا جو دارومدار آهي، ان کي ڪارخانن جي دونهين ۽ ٻين خطرناڪ زهريلن عنصرن کان پاڪ ڪري پنهنجي صحت ۽ ماحول کي بچايون.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

1. مادي جون ڪهڙيون حالتون آهن؟
2. ڪيميائي تبديلي ڇا کي چئجي ٿو؟
3. علم ڪيميا جي نامور سائنسدانن جا نالا ٻڌايو؟
4. ملاوتي ڌاتوءَ کي ڇا چئبو آهي؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
| --- | --- | --- |
| عنصر | | |
| تجربيگاهہ | | |
| پگهرائڻ | | |
| جراحي | | |
| نشوونما | | |

(ج) لفظن جا واحد ۽ جمع ٺاهيو:

| واحد | جمع | جمع | واحد |
| --- | --- | --- | --- |
| ٻُوٽو | | سِڪا | |
| حصو | | مينهون | |
| فائدو | | نتيجا | |

(د) هيٺ ڏنل مجهولي جملا معروفي ٺاهيو:

1. ڪتاب پڙهجي پيو.
2. سبق ياد ٿئي پيو.
3. راند ڪيڏجي پئي.

(ھ) غلط جملا درست ڪريو:

1. اسڪول جا شاگردياڻيون راند ڪندا آهن.
2. ماني ڪائبو ۽ پاڻي پيئبي آهي.
3. اسين گڏجي پڙهندا آهي.
4. وڏيءَ ماڻهو جو مرتبا وڏي آهن.

**سکيا جي حاصلات**

- وطن جي منظرن مان لطف اندوز ٿيڻ
- نظم سُر ۾ لئه سان پڙهڻ
- لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ
- رديف بابت ڄاڻڻ

سبق اوڻٽيهون

# سوپارو ساڻيھ

ڏاڏاڻو هي ڏيهه اسان جو،
سوپارو ساڻيهه اسان جو.

صبح انهيءَ جو سُهڻو سُهڻو،
سهڻو سهڻو ۽ من مهڻو،
شام انهيءَ جي پياري پياري،
سهڻن رنگن روپن واري.

رات انهيءَ جي چنڊ ستارا،
نوري ان جا سڀ نظارا،
جبل انهيءَ جا اوچا آهن،
ڳاٽ ڪنيو ڏس بيٺا آهن.

دريا وهندا وهندا آيا،
هيٺ جبل تان لهندا آيا،
چانديءَ جهڙو جن جو پاڻي،
جنهن ڪان ڌرتيءَ ساوڪ ماڻي.

مٽي ان جي سوني آهي،
هاري ان تي هر تو ڪاهي،
سونا سونا سنگ اُپائي،
ڪانياڻيءَ سان جهار اُڏائي.

مِـل ۾ ڏس مـزدور اچـن تـا،
پنهنجي وطن لئہ پورهيو ڪن تا،
سـمـجهـہ اهـوئـي درس ڏيـن تـا،
مـحـنـت سـان ئـي رنـگ رچـن تـا.

مـحـنـت مـحـنـت مـحـنـت مـحـنـت،
مـحـنـت ۾ ئـي آهـي عـظـمـت،
اچـو پـڙهـڻ تـي ڌيـان لڳـايـون،
پـنـهـنـجي وطـن جـو مـانُ وڌايـون!

امداد حسيني

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. وطن جو صبح ڪهڙو آهي؟
2. وطن جي شام ڪهڙي آهي؟
3. وطن جي رات ڪهڙي آهي؟
4. وطن جي درياهن جو پاڻي ڪهڙو آهي؟
5. مزدور ڪنهن جي لاءِ پورهيو ٿو ڪري؟
6. عظمت ۾ ڇا آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ڏيهہ، سوڀارو، ساٿيهہ، درس، ڳـاٽُ

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ساڳئيءَ معنيٰ وارا لفظ لکو:**

ساٿيهہ، مانُ، سهڻو، نظارا، مـحـنـت

**(د) جيڪو لفظ قافئي جي پٺيان بار بار اچي ٿو ان کي”رديف“ چئبو آهي.**
**هيٺ ڏنل بند ۾ رديف وارن لفظن هيٺان ليڪ پايو:**

- مِل ۾ ڏس مزدور اچن تا، پنهنجي وطن لئہ پورهيو ڪن تا.
- ڏاڏاٽو هي ڏيهہ اسان جو، سوڀارو ساٿيهہ اسان جو.
- جبل انهيءَ جا اوچا آهن، ڳاٽ ڪنيو ڏس بيٺا آهن.

**ياد رکو تہ:**

امداد حسيني جو پورو نالو سيد امداد علي شاهہ آهي. هي ٽکڙ شهر، ضلعي ٽنڊي محمد خان جو رهاڪو آهي. پاڻ جديد سنڌي شاعريءَ جو اهم شاعر آهي.

سبق ٿيهون

# تفريح ۽ وندر

**سکيا جي حاصلات**

- تفريح ۽ وندر جي اهميت سمجهڻ
- وندر وروونهن جا فائدا ڄاڻڻ
- درست جواب چونڊڻ
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ استعمال ڪرڻ
- ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ ذريعي ذهني تفريح حاصل ڪرڻ

انسان سماج ۾ گڏجي رهڻ واري مخلوق آهي. جيڪو نه اڪيلو رهي سگهي ٿو، نه وري ڪا مشين يا بي جان شيءِ آهي، جيڪا رات ڏينهن فقط ڪم ئي ۾ رُڌل رهي. پر انسان جون اڪيچار خواهشون ۽ ضرورتون آهن. انهن مڙني جي پورائي لاءِ هن کي زنده رهڻو آهي. هن کي سک جي ضرورت آهي. ان ڪري هن جي هر ڪوشش ۽ ڊڪ ڊوڙ ان سک جي ڳولا لاءِ هوندي آهي. انسان ڪڏهن پنهنجي سک جو ڳولائو رهي ٿو ته وري ڪڏهن گڏيل انساني سهولتن ۽ آرام لاءِ سوچي ٿو.

هو ڪم ڪار جي ٿڪاوٽ دور ڪرڻ لاءِ ٿوري دير، ڪنهن پرسڪون هنڌ تي ويهي، آرام ڪندو آهي. پورهيت ڇانوري ۾ ٿڌو پاڻي پِي، ڪجهه وقت لاءِ سُڪون حاصل ڪري ٿو. اهڙي سڪون کي ٻين لفظن ۾ فرحت به چئبو آهي. فرحت جو مطلب آهي آرام، واندڪائيءَ جو مزو، ذهني توڙي جسماني آرام.

ڏڻ وڃي ته سماجي رسمون، شغل، ميلا ۽ ڪچهريون به هڪ قسم جي تفريح يا وندر آهن. اها تفريح، سَستي ۽ هر هنڌ ميسر هئڻ واري آهي. هر ماڻهو پنهنجين حالتن

مطابق وندر ۽ تفريح مان مزو ماڻڻ لاءِ وس آهر جتن ڪري ٿو. هو پاڻ ۾ پنهنجي ٻارن، دوستن کي ساڻ ڪري ميلن ملاکڙن، راندين روندين، راڳ رنگ جي محفلن ۽ گهمڻ ڦرڻ جهڙين جاين تي وڃڻ سان تفريح ماڻي ٿو. عوامي ۽ سرڪاري سطح تي نمائشون، ميلا ۽ رانديون وغيره، عام تفريح جا ذريعا آهن. ٻنيون، باغ، پاڻيءَ جا ذخيرا ۽ پارڪ به تفريح لاءِ موچارا ماڳ آهن. اتي وڃي ويهڻ، اُهي نظارا ڏسڻ يا راند روند ۾ حصو وٺڻ پڻ تفريح ۾ شامل آهي.

سرنديءَ وارا ماڻهو، ميداني علائقا ڇڏي، پنهنجي ملڪ جي جابلو علائقن، برفاني ماڳن ۽ تاريخي جاين جو ملڪ کان ٻاهر به سير ڪن ٿا. اها به هڪ قسم جي تفريح آهي. اڄ ڪلهه ته ميڊيا جو دور آهي، هر هنڌ گهڻو ڪري ٽي. وي چينل هلن ٿا، جن تي پڻ تمام سٺا معلوماتي ۽ وڻندڙ ڏيک، عجب ۾ وجهندڙ نظارا ۽ قسمين قسمين جانور، ٻوٽا، آبشار، درياهه، برفاني جبلن تان لهندڙ پاڻي، اُتي پيدا ٿيندڙ ميوا ۽ گُل ڦل ڏسي دل ڏاڍي سرهي ٿيندي آهي. علائقائي تهذيب جا رنگ، شغل ۽ تماشا ڏسڻ سان روح کي راحت اچي ٿي. اها سڀ تفريح آهي.

انٽرنيٽ ۽ ڪمپيوٽر پڻ پسنديده ماحول ميسر ڪري ڏيڻ لاءِ تفريح جو بهترين ذريعو آهن. ان ڏِس ۾ ريڊئي به پنهنجو پاڻ ملهايو آهي، پر موبائيل ته مڙني کان اڳتي نڪري وئي آهي. اها ڪٿڻ ۾ به آسان، ته هرهنڌ حاضر به! ڳالهايو، ٻڌو يا ٻڌايو. ڪنن ۾ هيڊ فون وجهي پيا ٻڌندا رهو. قميص يا شرٽ ۾ مائيڪ تي ڳالهائيندا به رهو. ڪم ڪار به جاري. نه وقت جو زيان ۽ نه وري ڪم ۾ ڪا رڪاوٽ.

انٽرنيٽ ۽ ڪمپيوٽر ته ڪمال ڪيو آهي. جتي قسمين قسمين جا قدرتي نظارا، شغل ۽ حيران ڪرڻ جهڙيون ڳالهيون، هر قسم جي معلومات ۽ ڀانت ڀانت جون شيون، هنر، ماڳ مڪان، رانديون، قدرتي مخلوق ۽ وندر لاءِ من موهيندڙ ۽ پراسرار ڪرتب ڏسي، نه فقط دل خوش ٿئي ٿي، پر ڄاڻ ۾ به واڌارو ٿئي ٿو.

بهرحال هر ماڻهو پنهنجيءَ پهچ آهر، اڪيلو توڙي دوستن خواهه ٻارن ٻچن سان گڏجي دل وندرائڻ ۽ روزمره جي ڪم ڪار واري ذهني ٿڪاوٽ دور ڪرڻ لاءِ تفريح ۽ وندر جي ضرورت محسوس ڪري ٿو. پنهنجي وس آهر لطف اندوز ٿيڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اهڙي ڪوشش انساني سماج جي اجتماعي زندگيءَ کي جوڙڻ ۽ آسان بنائڻ لاءِ بيحد ضروري آهي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. انسان ڪم ڪار جي ٿڪاوٽ ڪيئن دور ڪري ٿو؟
2. انسان واندڪائيءَ جو وقت ڪيئن گذاري ٿو؟
3. ماڻهو ڪهڙن ماڳن تي تفريح ڪرڻ ويندا آهن؟
4. اها ڪهڙي تفريح آهي، جيڪا هر ماڻهوءَ کي ميسر آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ڀانت ڀانت | | |
| انيڪ | | |
| چانورو | | |
| سَرهو | | |
| نمائش | | |
| رُڌل | | |
| ميسر | | |

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا واحد جمع لکو:**

اڪيلو، ويجهو، ٽٽو، ڪوشش، تجربا، نظارو، تماشا

**(د) ڀڏايو ته انٽرنيٽ ۽ ڪمپيوٽر وندر لاءِ ڪهڙيون شيون ميسر ڪن ٿا؟**

**سکيا جي حاصلات**

- لوڪ آکاڻيءَ بابت ڄاڻ
- نصيحت پريا نڪتا سکڻ
- سوالن جا جواب ڏيڻ
- خال ڀرڻ
- نوان لفظ سکي استعمال ڪرڻ

سبق ايڪٽيهون

# ڏاهپ جو خزانو

هڪڙو غريب ٻيڙو شخص، پنهنجي پٽن کي هر وقت نصيحت ڪندو رهندو هو ته ”جيڪي ڏسو، تنهن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو ته اهو ڇا آهي، ڪيئن آهي ۽ ڇو آهي.“ ڪيس تي پٽ هئا، جيڪي پيءُ جي هدايت موجب هر ڳالهه تي غور ويچار ڪندا رهندا هئا.

پيءُ جي مرڻ کان پوءِ ٽنهي ڀائرن ڏٺو ته وٽن نڪو مال متاع هو، نه ڪا زمين ۽ نه ڪا دولت هئي، سو پيٽ قُوت لاءِ پورهئي جي ارادي سان اتي پنڌ پيا. ڪٿان مزدوري ته ڪٿان پورهيو ڪندا، هڪڙي شهر کي اچي ويجها ٿيا.

ڪجهه دير ساهي پٽڻ لاءِ هڪڙي وڻ هيٺ وينا هئا ته هڪڙو گهوڙي سوار به گهوڙي تان لهي اچي وڻ هيٺ وينو. وڏي ڀاءُ ننڍي کي چيو ته، هن گهوڙي سوار ڪا شيءِ وڃائي آهي، جنهن جي ڳولا لاءِ پنڌ پيو آهي. اهو ٻڌي ٻئي ڀاءُ چيو ته، پڪ سان پوڙهو اُٺ وڃايو اٿس، جيڪو ڪاڻي اک کان ڪاڻو آهي. تنهن تي ننڍي ڀاءُ چيو ته، اُٺ تي هڪڙي عورت ننڍي ٻار سان گڏ سوار آهي ۽ عورت پيٽ سان به آهي.

ٽنهي ڄڻن جي گفتگو ٻڌي گهوڙي سوار کي پڪ ٿي ته اُٺ انهن وٽ ئي آهي، سو يڪدم ترار ڪڍي هڪل ڪيائين ته اُٺ پيدا ڪريو نه ته توهان جو سر سلامت نه رهندو. ٽيئي ڀائر گهوڙي سوار جو دڙڪو ٻڌي اتي ڪڙا ٿيا ۽ چيائون ته، تنهنجو اُٺ اسان ڏٺوئي ڪونهي. گهوڙي سوار حيران ٿي ڪين‌چيو ته:”توهان پاڻ ۾ جيڪي پار پتا ڏنا آهن، تن مان ثابت آهي ته توهين نه رڳو اُٺ جا چور آهيو، پر منهنجي زال ۽ ٻار جا قاتل پڻ آهيو.“ ائين چئي ٽنهي ڀائرن کي ترار جي زور تي بادشاهه جي دربار ۾ وٺي آيو.

بادشاهه گهوڙي سوار جي فرياد ٻڌي ٽنهي ڀائرن کي ڏوهاري نهرايو. تنهن تي ٽنهي ڀائرن بادشاهه کي چيو ته،اسان جي ڳالهه ٻڌي پوءِ فيصلو ڪريو. چيائون ته:”اسان جي ننڍپڻ کان عادت آهي ته هر شيءِ کي چڱي طرح جاچي ڏسندا آهيون. اهو ئي سبب آهي، جو ڏسڻ کان سواءِ سڄي ڳالهه سمجهي وياسين.“ اهو ٻڌي بادشاهه چيو ته:”ائين ٿي نٿو سگهي، پر توهين چئو ٿا ته پوءِ پرک مان خبر پوندي ته توهين سچا آهيو يا ڪوڙا.“

پوءِ بادشاهه پنهنجي وزير کي ڪَن ۾ ڪجھ چئي ٻاهر موڪليو. جنهن گهڙيءَ ڪانپوءِ هڪ صندوق ڪڻائي اچي دربار ۾ رکي. ٽيئي ڀائر پري کان صندوق کي غور سان ڏسي رهيا هئا، نيٺ بادشاهه کين هڪل ڪئي ته هاڻي ٻڌايو ته صندوق ۾ ڇا آهي؟ پهرين وڏي ڀاءُ ٻڌايو ته، صندوق ۾ هڪڙي ننڍي گول شيءِ آهي. مٿان ٻئي ڀاءُ چيو ته، صندوق ۾ ڏاڙهون پيل آهي. سڀني کان آخر ۾ ننڍي ڀاءُ ٻڌايو ته ڏاڙهون ته آهي، پر ڪچو آهي.

بادشاهه ٽنهي ڀائرن جي ڳالهه ٻڌي صندوق کولائي ڏٺي ته برابر ان ۾ ڪچو ڏاڙهون پيل هو. پوءِ بادشاهه اُٺ جي مالڪ کي چيو ته، تون پنهنجو اُٺ ٻئي ڪنهن پاسي وڃي ڳولي هٿ ڪر.

دربار ۾ موجود ماڻهو ٽنهي ڀائرن جي ڏاهپ ۽ هوشياري ڏسي دنگ رهجي ويا. پوءِ بادشاهه ٽنهي ڀائرن کان اُٺ بابت پڇا ڪئي ته اوهان اهو ڪيئن معلوم ڪيو؟ ٽنهن تي وڏي ڀاءُ ٻڌايو ته: ”سائين! رستو ڏُسڙ وارو هو، اُٺ جا داڪوڙا ڇتا هئا. سمجهيم ته ڪنوات ناهي پر ڪو وڏو يا پوڙهو اُٺ آهي.“ ٻئي ڀاءُ چيو ته، ”جنهن رستي تان اُٺ لنگهيو هو، ان جي ساڄي طرف وارن وڻن جون لامون پٽيل ۽ کاڌل هيون. جڏهن ته کاٻي پاسي واريون صحيح سلامت هيون. ان مان سمجهيم ته اُٺ ڪاڻو آهي.“ ننڍي ڀاءُ ٻڌايو ته، ”مون اهو هنڌ ڏٺو جتي اُٺ ويٺو هو. اتي مون کي زناني جتيءَ ۽ ننڍي ٻار جي پيرن جا نشان ڏسڻ ۾ آيا، سو سمجهيم ته عورت سان گڏ ٻار به آهي. عورت جڏهن ويهي وري اٿي هئي ته ٽريون ڪوڙي اُٿي هئي. زمين تي ٽرين ڪوڙڻ جا نشان به هئا. اُن مان سمجهي ويس ته عورت پيٽ سان به آهي.“

اهو ٻڌي بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڏاڙهونءَ سلڻ بابت ڪانئن پڇيائين. وڏي ڀاءُ ڪيس ٻڌايو ته، ”سائين، نوڪرن جي ڪٽڻ مان لڳو پئي ته صندوق هلڪي هئي ۽ جڏهن ان کي فرش تي رکيو ويو ته گول شيءِ جي ڦرڻ جو آواز به ٻڌم، جيڪو صندوق جي هڪ ڪنڊ کان ٻئي ڪنڊ تائين ڦرندي معلوم ٿيو، تنهن مان اندازو لڳايم ته ڪا گول شيءِ آهي.“ وچئين ڀاءُ چيو ته، ”جيئن ته صندوق باغ جي طرف کان کڄي اندر آئي هئي، انڪري مون سمجهيو ته اها گول شيءِ پڪ ڏاڙهون هوندي، ڇو ته دربار جي چوڌاري ڏاڙهونءَ جا وڏا باغ آهن.“

بادشاهه خوش ٿيندي ننڍي ڀاءُ ڏانهن مُنهن ڪري چيو ته، ”ڀلا تو ڪيئن معلوم

ڪيو تہ ڏاڙهون ڪچو آهي؟“ ننڍي ڀاءُ وراڻيو تہ، ”سائين، اڄڪلهہ جتي ڪٿي ڏاڙهون اڃا ڪچا آهن، اهو اوهين پاڻ ئي ڏسي سگهو ٿا.“

بادشاهہ ٽنهي ڀائرن جي عقل، سوچ ۽ سياڻپ کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ کين چيائين تہ اوهين دنياوي دولت ۾ برابر غريب آهيو، پر ڏاهپ ۾ بيحد شاهوڪار آهيو. پوءِ بادشاهہ ٽنهي ڀائرن کي پنهنجي درٻار ۾ وزير ڪري رکيو. سچ چيو اٿن تہ عقل دولت کان وڌيڪ آهي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب لکو:**

1. پوڙهو پٽن کي ڪهڙي ڪهڙي نصيحت ڪندو هو؟
2. گهوڙي سوار کي هيڏي هوڏي ڏسندي ٽنهي ڀائرن ڪهڙا ويچار ونديا؟
3. ٽنهي ڀائرن جي گفتگو ٻڌي گهوڙي سوار کين ڇا چيو؟
4. ترار جي زور تي ٽنهي ڀائرن کي گهوڙي سوار ڪٿي وٺي ويو؟
5. ٻئي نمبر ڀاءُ وڇايل اُٺ کي ڪاڻو ڇو چيو؟
6. بادشاهہ پنهنجي درٻار ۾ ٽنهي ڀائرن کي وزير ڇو ڪيو؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

متاثر، عقل، ساهي، ڳولا، دُسڙ، صندوق

**(ج) ضمير جي ترڪيب ڪريو:**

- هُو پاڻ آيو.

**ترڪيب جو طريقو:**

**هُو:** ضمير غائب، جنس مذڪر، عدد واحد، حالت فاعلي، فاعل.
**پاڻ:** ضمير مشترڪ، جنس مذڪر، عدد واحد،حالت فاعلي

**هيٺ ڏنل ٻن جملن ۾ ضمير جي ترڪيب ڏيکاريو:**

1. جو ڪندو سو پائيندو.
2. ڪيس ڪنهن ماريو.

**(د) هيٺ ڏنل خال ڀريو:**

1. بادشاهہ سندس فرياد ٻڌي ٽنهي ڀائرن کي.........نهرايو.
2. پر توهين چئو ٿا تہ پوءِ......... مان خبر پوندي تہ توهين......... آهيو يا...........
3. بادشاهہ ٽنهي ڀائرن جي ڳالهہ ٻُڌي........ ڪولائي ڏني تہ برابر ان ۾....... پيل هو.
4. درٻار ۾ موجود ماڻهو................ جي.......... ۽.................. ڏسي دنگ رهجي ويا.
5. زمين تي،.......... ڪوڙڻ جا............... ٻہ هئا.

# نوان لفظ

## سبق پهريون — حمد

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ٻيائي | ڪوٽ، دولاب |
| ٽنوار | سڏ |
| پڙاڏو | آواز جي موٽ، آواز |
| سُپرين | پيارو، دوست |
| گهَٽ | اندر، هِنئون |
| وائي | آواز |
| وِرسيا | ڌار ٿيا، جدا ٿيا، وڇڙيا، الڳ ٿيا |

## سبق ٻيو — انسانيت

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اشرف | متاهون |
| شفقت | پيار، ٻاجهه، مهر |
| ضرورت | گهرج، ڪاپو |
| منگهرو | اڻوڻندڙ، گهٽ پسند ايندڙ |
| مخلوقات | پيدا ڪيل |

## سبق ٽيون — نعت (نظم)

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ذوق | شوق، چاهه |
| رونمائي | ظاهر ڪرڻ، ڏيکاءِ |
| زينت | سونهن، سوڀيا، خوبصورتي |
| مدحت | ساراهه، تعريف |
| مظهر | چِٽو، ظاهر |

## سبق چوٿون — حضرت بيبي زينب رضہ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| بيباڪي | بي ڊپائي، دليري، بي خوفي |
| ٻاجهه | رحم، مهر |
| تاريخ ساز | تاريخ ناهيندڙ |
| تدبر | دوانديشي، حڪمت عملي |
| ثابت قدمي | ارادي جي پختگي |
| جرئت | همت، بهادري |
| صدمو | ڏک، ڏڪ، چوٽ، حادثو، اوچتو نقصان |
| عقيلہ | عقل واري،عقلمند |
| مجبور | لاچار، بي وس |
| مشڪلات | ڏکيائي، تڪليف |

## سبق پنجون — ايمان، اتحاد ۽ تنظيم

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اتحاد | ايڪو، ٻَڌي |
| يَليءَ پت | چڱيءَ ريت، چڱيءَ طرح |
| زوال | پُجاڻي، لاٿ |
| عروج | بلندي، متاهين |
| ڳڻ | لڇڻ، چڱين عادتن |

## سبق ڇهون — عبدالستار اِيڌي

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اعزاز | عزت، مانُ، مرتبو |
| افضل | متاهون، اعليٰ |
| پذيرائي | عزت افزائي، سرخروئي، قبوليت |
| ڇپر ڇانوَ | ڍَڪ، ٽيڪ، ڀروسو، سنڀال |
| ڏک ڀري | ڏکن سان ڀريل، ڏک واري |
| قيادت | اڳواڻي |
| مالي سهائتا | پئسي ڏوڪڙ ۾ مدد ڪرڻ وارو |
| متڀيد | فرق |
| مددگار | مدد ڪندڙ |
| مشغلو | وِندر |
| نام ڪٺيا | ناليوارا |

مفت ورهاست لاءِ

# نوان لفظ

## سبق ستون — بجليءَ جي دريافت

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| توانائي | سگهه، قوّت |
| تصور | خيال، سوچ |
| ذريعو | وسيلو، رستو |
| سائنسدان | سائنس جو ڄاڻو |
| ورزش | ڪسرت، چرپر |

## سبق اٺون — پاڪستان جا منظر

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اُهڃاڻ | نشان |
| شاداب | خوش |
| عطا | مهرباني، نوازڻ، ڏيڻ |
| ڪَهي اچڻ | پنڌ ڪري اچڻ |
| گلئشيئر | برفاني ڇپ |
| واديون | ماٿريون |

## سبق نائون — شهيد الله بخش سومرو

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ديسان ديس | ملڪان ملڪ، ڏيهان ڏيهه هر هنڌ |
| سُتت | جلدي، سِگهو، تُرت |
| سورهيائي | بهادري |
| عرصو | وقت، ٽائيم، دور، زمانو |
| ورتاءُ | ملڻ جو طريقو، پيش اچڻ جو انداز |

## سبق ڏهون — وطن جي حُب (نظم)

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آشيانو | آکيرو، گهر |
| ترانو | راڳ |
| خارُ | ڪَنڊو |
| خمار | نشو، بي هوشي |
| ليل | رات |
| نثار | قربان |
| ورد | ورجاءُ، ذڪر، دؤر |

## سبق يارهون — شهري بچاءَ جي سکيا

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| بچاءُ | حفاظت، سنڀال |
| بحال | برقرار، قائم |
| بليڪ آئوٽ | اونداهه، روشني وسائي ڇڏڻ (جنگ جي خطري سبب) |
| خندق | کاهي، کڏ |
| رضاڪار | مفت ۾ ڪم ڪندڙ |
| ميرانجهڙو | ميرو، مٽيءَ جهڙو |

## سبق ٻارهون — هاڪي راند

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آڳاٽي | پراڻي، قديم، گذريل وقت جي |
| ابتدا | شروعات، آغاز، مُهڙ |
| تنبيهه | چيني، تاڪيد، آگاهي |
| جوڙجڪ | ناهه نوهه، بناوت |
| شمار | ڳڻپ، ڳاڻيٽو |
| ضابطو | بندش، روڪ |

## سبق تيرهون — مثالي شاگرد

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| احترام | عزت، مانُ |
| انفارميشن | خبر، سُڌ، اطلاع، ڄاڻ |
| پتوڙي | محنت ڪري، ڪوشش ڪري جدوجهد ڪري. |
| پکيڙڻ | ڦهلائڻ، وڌائڻ |
| سجاڳي | بيداري، جاڳ، خبرداري، هوشياري |
| سڌاڙ | ڄاڻ، سمجهه سُڌ بُڌ |
| هم آواز | ساڳئي آواز وارو |
| قطار | صف، ترتيب |

# نوان لفظ

## سبق چوڏهون — ٻٽايون سک جو ڪو سنسار (نظم)

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ارڏايون | ڏنگايون، بي پرواهيون |
| پرچار | تبليغ |
| حقارت | نفرت، ڌڪار |
| ڍونگ | مڪر، فريب |
| سانگ | ڳڻتي، تات، فڪر |
| سنسار | جهان، ڪائنات، دنيا |
| ڪدورت | حسد، ساڙ، ٻيائي |
| ڪينو | حسد، بغض، ساڙ |

## سبق پندرهون — سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اوٽ | آڙ، آڏ، رنڊڪ، بچاءُ |
| رسم الخط | لکڻ جو نمونو، طريقو |
| روشناس | واقفيت، سڃاڻپ |
| رومانوي | عشقيه |
| سورهيائي | بهادري، دليري، پهلواني |
| سونهري | تمام سٺو، ڀلو، عام چڱو، قيمتي |
| قديم | آڳاٽو، پراڻو |
| ورهاڱو | ورهاست، ورڇ |

## سبق سورهون — گرلز گائيڊ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| بنياد | پيڙهه |
| ترقياتي | سڌاري وارا |
| سرانجام | پورو ڪرڻ |
| ڪفايت شعاري | بچت |
| ملنسار | ملڻ جلڻ وارو |
| نهايت | تمام، گهڻو |

## سبق سترهون — پاڪستان جون موسمون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آبهوا | پاڻي ۽ هوا جي گڏيل ڪيفيت، ڪنهن ملڪ/ شهرجي موسمي يا طبعي حالت |
| بناوت | جوڙجڪ |
| بياباني | ميداني، خشڪيءَ وارو |
| خارج | نڪتل، ڪڍي ڇڏيل |
| داٻُ | دٻاءُ، زور |
| ڌڪار | اٿهوند، اٽاٽ، ڪوت |
| رُخ | منهن، طرف |
| ساحلي پٽي | سامونڊي ڪنارو |
| طبعي | مادي، ظاهري |
| مطابق | برابر، قبول ٿيڻ جوڳو |

## سبق ارڙهون — بادل ڊوڙو (نظم)

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ادنيٰ | گهٽ، معمولي، حقير |
| برسي | وَسي |
| پڇاڙان | ڪان پوءِ، بعد ۾ |
| داناءُ | ڏاهو، سياڻو، عقل وارو |
| رم جهم | ڦڙڦڙ، برسات يا مينهن وسڻ |
| عالي | مٿاهون، شانَ وارو، معتبر |
| کيتي | ٻني، پوک، فصل |
| گلشن | چمن، گُلستان، باغ |
| گهورگهٽا | ڪڪر، جهُڙ، گهاٽا بادل |
| ميگهه ملهار | جهُڙ ۽ مينهن |

# نوان لفظ

## سبق اوڻيهون — حياتيات

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| تدريسي | سِکيا وارو |
| حياتيات | زندگيءَ جو علم |
| طب | حڪمت، بيمارين جي علاج جو فن |
| متعلق | بابت |
| مرڪز | وچ |
| نباتات | ٻوٽا |
| وسيع | ويڪرو، ڪشادو |

## سبق ويهون — قدرتي آفتون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آفت | مصيبت |
| اُڃارو | پياسو، تاسارو |
| پتو | نشان، ڏسُ، خبر |
| پناهه | بچاءُ، حفاظت |
| چارو | ڪاڌو پيتو، گاهه پاٽي |
| چَوپايو | چئن پيرن وارو، ڍور، جانور |
| ڏبجي | پورجي، لٽجي |
| سيلاب | ٻوڏ |
| عمارت | جاءِ، جڳهه |
| عملدار | سرڪاري ملازم، ڪامورو |
| مناسب | ٺهڪي ايندڙ، موزون، بهتر |
| منتقل | مٽايل، بدلايل، تبديل ڪيل |

## سبق ايڪيهون — بادشاهه ۽ مسخري جي ڳالهه (نظم)

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اُمالڪ | اوچتو، اچانڪ |
| انڪار | ناڪار، نه |
| چيز | شيءِ، وَٿُ |
| عيان | ظاهر، چٽو |
| مگر | پر، بلڪ |
| مسخرو | کلائڻ وارو، وندرائڻ وارو |
| هِڪي | هڪ ڀيري، هڪ دفعي |
| وَريو | موٽيو، واپس آيو |

## سبق ٻاويهون — سائنسي ترقي

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ايجاد | نئين شيءِ وجود ۾ آڻڻ، ڳولا، کوجنا |
| تلقين | هدايت، سمجهاڻي |
| رفتار | تيزي، تِک |
| شعاع | تجلو، روشني، ڪِرڻو |
| مفاصلو | پنڌ، وڇوٽي |
| مصنوعي | هٿراڌو، نقلي |

## سبق ٽيويهون — پاڪستان جا هوائي اڏا ۽ بندرگاهه

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ايئرپورٽ | هوائي اڏو |
| بار بردار | بار کڻندڙ |
| ڏيساور | پرڏيهه، ڏورانهون ملڪ، ولايت |
| عالمي | بين الاقوامي |
| منڊي | مارڪيٽ |
| ناڻو | پيسا ڏوڪڙ، خزانو، دولت |
| واپار | شين جي ڏي وٺ، مٽا سٽا |
| هوڙا | ننڍڙيون ٻيڙيون، ٻتيلا |

# نوان لفظ

## سبق چوويهون: سکر بئراج

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آباد | وَسيل، سرسبز |
| اضافو | واڌارو، واڌِ |
| اڏيل | ٺهيل، جوڙيل |
| دارومدار | بيهڪ، آڌار |
| سوگهو | قابو، پختو، مضبوط |
| مَها | وڏو |
| ناڻو | رقم، روڪڙ، پيسا، قيمت |

## سبق پنجويهون: پورهيت جي عزت (نظم)

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اُجرو | چٽو، صاف |
| اڌورو | اڻپورو، نامڪمل |
| پتلو | بوتو، بت، نمونو، نقلي شيءِ |
| خوشحال | شاهوڪار، دولتمند، مالدار |
| ڏرت | مصيبت، مشڪل، تڪليف |
| سنواري | سڌاري، ناهي، جوڙي |
| غربت | اڻ هوند، مسڪيني |
| مُرڪي | کِلي، خوش ٿي، مسڪرائي |

## سبق ڇويهون: ٻڌيءَ ۾ برڪت

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اتحاد | ايڪو، ٻڌي |
| ازغيبي | اوچتو، اچانڪ، ڳُجهيءَ طرح |
| جند | جان، جسم |
| گذران | گذر سفر |
| لقاءُ | صورت، نظارو |
| مايا | دولت، پئسو |
| نوڙِي | واڻ جي وٽيل رسي، ڏور |

## سبق ستاويهون: مڪليءَ جو سير

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| احاطو | ٻاهرين چوگرد پٽ، گهيرو، دائرو |
| اُڪر | چٽساليءَ جو ڪم |
| اوچي | مٿاهين |
| پاڪدامن | نيڪ، چڱي چال وارو |
| دفن | پوريل، مٽيءَ ۾ ڍڪيل |
| سپهه سالار | اڳواڻ |
| عالَم | جهان، دُنيا |
| عاليشان | وڏي شان وارو، قيمتي |
| قصو | ڳالهه، آکاڻي، ڪهاڻي |
| ڪارناما | وڏو ڪم، واکاڻ جوڳو ڪم |
| محراب | مسجد جي اولهندي طرف نڪتل ونگدار جارو، پيش امام جي نماز پڙهائڻ واري جاءِ |
| محقق | تحقيق ڪندڙ ، ثابت ڪندڙ |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| مُقام | قبرستان |
| مقبرو | قبو |
| نوازڻ | راضي ڪرڻ، مهربان ٿيڻ |
| ورثو | مائٽن پاران ڇڏيل ملڪيت يا جائداد |
| **سبق اٺاويهون** | **علم ڪيميا** |
| باني | بنياد رکندڙ |
| تبديل | مٽا سٽا، ڦيرڦار |
| تجربيگاهه | آزمودي يا پرک ڪرڻ واري جاءِ |
| پگهرائڻ | ڳارڻ |
| جراحي | وڍ ٽُڪ، چيرڦاڙ |
| حيثيت | مرتبو، درجو، مقام |
| عنصر | جزو، ڀاڱو |
| فرد | اڪيلو ماڻهو |
| معدنيات | زميني تهه مان مليل شيون |
| نِستو | ڪمزور، بي طاقت |
| نشوونما | واڌ ويجهه، اوسر |
| **سبق اوڻٽيهون** | **سوڀارو ساٿيهه (نظم)** |
| درس | سبق، نصيحت، تلقين |
| ڏيهه | ديس، وطن، ملڪ |
| ساٿيهه | وطن، پنهنجو ملڪ |
| سوڀارو | ڪامياب، ڪامران، فاتح |
| عظمت | وڏائي، بزرگي، بلندي |
| ڳاٽ | ڪنڌ، ڳچي، سسي |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق ٽيهون** | **تفريح ۽ وِندر** |
| انيڪ | بي شمار، ڪيترائي، اڻ ڳڻيا |
| ڀانت ڀانت | قسمين قسمين، طرحين طرحين |
| چانورو | سايو |
| ذخيرو | ڍڳ، انبار، گڏ ڪري رکيل شيون |
| ڏيک | نظارو |
| رُڌل | مشغول، ڪم ۾ لڳل، مصروف |
| سَرهو | خوش، تازو توانو |
| سطح | مٿاڇرو |
| سماج | معاشرو |
| فرحت | مزو، لطف، سڪ، سَهنج |
| ميسر | موجود |
| نمائش | ڏيکاءُ |
| واندڪائي | فرصت، ڪم ڪان آجائي |
| **سبق ايڪٽيهون** | **ڏاهپ جو خزانو** |
| دُسڻ | گهٽي مٿي، خراب رستو |
| ساهي | ٿورو آرام، وقفو، دم |
| صندوق | پيٽي |
| عقل | سمجهه، شعور، ڏاهپ |
| ڳولا | تلاش، جاچ، پڇا ڳاڇا |
| متاثر | اثر قبول ڪندڙ، اثر هيٺ آيل |